# ڪٿا سائين ولايت راءِ جي

## پاٺ پهريون

### جنم - وديا - نوڪري - ۽ جيل

١ پراڻن حالن جي ڳوٺ ۾ رهندڙ منشي ڪراڙ مل
جي پٽ منشي پرتاب راءِ کي ١٨٢٥ع ۾ هڪ پٽ ڄائو.
نالو رکيائونس ولايت راءِ. منشي پرتاب راءِ ٻه شاديون
ڪيون هيون. پهرينءَ استريءَ مان ٻه پٽ تيرٿداس
۽ رتن لعل هوا. ولايت راءِ جن ٻيءَ استريءَ، ماتا
چيتي بائيءَ جي ڳرڀ مان پيدا ٿيا.

٢ اڃ ننڍا سيان وڏا. ولايت راءِ جن جڏهن پنجن
ورهين جا ٿيا تڏهن کين اسڪول موڪليو ويو.
ماستر قاضي مسلمان هوندا هوا، جن وٽ هن بالڪ
جي ابياس جو پربند ڪيو ويو.

٣ ولايت راءِ جا وڏا عامل ڪامورا هوا ۽ سندن
هلندي پڄندي گهڻي هئي. هو ميرن جا منشي
هوا. منشي ڪوناڻ ۾ هاڻي ته اهم پيو لڳي، پر
اڳي ميرن جي ڏينهن ۾ منشي رياستن جو سڄو
ڪاروبار هلائيندا هوا. پنهنجي وڏائي ڏيکارڻ لاءِ

منشي سر تي ڪلنگي ڏريندا هوا. سندن ڪم لکپڙهه ڪرڻ ۽ ڪاروبار سنڀالڻ جو هوندو هو. ســانندي هوندي کان ولي ولايت راء جي ٻڌي ڪليل هئي ۽ ذهن تکو هو. پنهنجي ڪلاس ۾ هو ٻين ڇوڪرن کان گهڻو وڌيڪ سمجهو ليکيا ويندا هوا، ۽ سندن عجيب، عقل ڀريا سوال ٻڌي ماستر ڏاڍو خوش ٿيندا هوا. سندي دماغ سان گڏوڙي سندن مضمون وٽندڙ ۽ آکر موتيءَ جي داڻن جهڙا هوندا هوا. ولايت راء اڀياس چڱيءَ طرح ڪيو ۽ پنهنجي قاضي اُستادن جي نظرداريءَ ۽ سنڀال هيٺ عربي سنڌي ۽ پارسي زبانن کي چڱيءَ طرح مطالع ڪيو. پنجون درجو پارسي پاس ڪري پڙهڻ بند ڪيائون.

مائٽ پنهنجي ٻچڙي کي هوشيار ۽ صالح ڏسي گڏ گڏ ٿيڻ لڳا. دنيا جي دستور موجب ولايت راء جي ماتا پتا جي دل ۾ ولايت راء جي وڻيءَ ڏسڻ جو خيال اٿڻ ٿيو. انهن جي دلين ۾ اها اڇا ڏاڍي ٿيڻ لڳي ته ولايت راء مُڪٽ ٻڌي، گهوڙي تي چڙهي، ڪنوار گهر وڃي اچي.

... مائٽيون اچڻ لڳيون. ليڪ ڪنوڙيءَ مان هڪ عاملن جو گهر پسند ڪيائون ۽ ڇوڪريءَ جو پيءُ ميرن وٽ عهديدار هو. پر عجب ته اهو آهي جو ڪيس اها به خبر ڪانه هئي ته ڪيس ڏيءُ هئي،

جنهن جي شادي ٿيڻي هئي. شاديءَ جو واقعو
دلچسپيءَ جهڙو آهي، تنهن ڪري اُهيءَ جو ورڻن
ڪرڻ ضروري آهي.

ڳالهه هيءَ آهي ته ميرن جي ڏينهن ۾ وڏا
ماڻهو پنهنجي ڌيئن کي ڄمڻ وقت ڪنهن نه ڪنهن
رستي ماراڻي ڇڏڻ هڪ معمولي ڳالهه ڪري
سمجهندا هوا. ولايت راءِ جو سهرو جو ميرن جو
وڏو منشي هوندو هو سو به ائين ڪندو هو. جڏهن
سندس استريءَ کي سُور ٿيندا هوا تڏهن دائيءَ کي
اها آگيا ملندي هئي ته جيڪڏهن ڌيءَ ڄمي ته
کيس جنم جي هيئان دٻائي ماري ڇڏجي.

حڪم جي انحرافي ڪير ڪري! ! ڌيئن
جو خاتمو ائين ٿيو. ماتا، جيڪا پنهنجي گرڀ ۾
نو مهينا ٻار سانڍي، سور ڪاٽي، سا پنهنجي آلبن
کي بار بار ائين ڪاسائڪي نموني ۾ پرزا پرزا ڪرڻ
جو حڪم ٻڌي، ڪيترو نه دکي ٿيندي هوندي!

پر مير جي منشيءَ کي ڪير سمجهائي؟ جي
دائي اچي پٽ جي واڌائي ڏني ته مڙس خوش،
پر جي اچي چوي، "ڌيءَ ڄائي"، ته يڪدم
جواب ايندو: "موٽي وڃ، نه ڪڇ."

سٽ ويم وڏي منشيءَ جي زال ڪيا جن مان
ان ٻئن ڄڻن ۽ مجلس کي زالدهر ڇڏيو ويو. باقي

پنجن ڏينهن کي ڇيچلائي، جنهن هيسٽان دباني
ماريو ويو.

ائين ويل جو وارو هو. ڏيءَ ڄائي. ماتا جي
دل ڇڄڻ لڳي. دائيءَ جي دل ڪمزور ٿي ويئي
ماتا روئڻ لڳي. دائيون به همدرديءَ جون هنجو
هارڻ لڳيون.

هڪڙو پهرو پڇايو ويو. سڻاءِ سٽيو ويو ته ڇوڪريءَ
کي ناس ڪرڻ جي بدران ڪنهن حفاظت واري
جاءِ تي موڪلي ڏجي. پر هُلائجي ائين ته دستو
موجب ڪارروائي پوري ڪئي ويئي.

ڇوڪريءَ جي پالڻ جو ذمو سندس چاچي تي
هموار ڪيو ويو. ڇوڪريءَ کي جڏهن سلامتي
جي جاءِ تي پهچايو ويو ته ڏهن وڏي منشيءَ کي
ڏيءَ جي ڄمڻ جي نياڳي خبر ٻڌائي ويئي،
ان سان گڏو گڏ اها به خوشخبري سڻائي ويئي
سندس خالمو ٿي چڪو.

پيءُ پنهنجي اولاد جي خبر ٻڌي اهڙي
بي پرواهي ڏيکاري، گويا هوا جي جهوٽي تي ڪنهن
وڻ مان هڪ پن ڇڄي ڪري ٿي ويو. سڪ! ڪيس اها
خبر نه رهي ته ساٿس دغا ٿي. هوڏانهن ڇوڪري
وڏي ٿيندي رهي. ٿان جو اهو سمو آيو جو مائٽ سندس
ور ڳولهڻ ۾ لڳي ويا.

✓ ڇوڪري صورت لوڙي سيرت ۾ چڱي هئي

۽ چڱي ڪُل مان هئي. انهيءَ ڇوڪريءَ سان ولايت راءِ جو مڱڻو ٿيو.

ڇوڪريءَ جي پيءُ کي خبر لڌهن پيئي جڏهن ڍهل اچي در تي بيٺا. وڏي منشيءَ کي جڏهن سچ جي خبر پيئي تڏهن مڙس اچي ڪاٽو. پنهنجي ناتي کي پنهنجي در جو پنيو اورانگهڻ نه ڏي.

شادي ته البت ضرور ٿيڻي هئي، سو گهوٽ کي پنيءَ جي پٽ تي ڏاڪڻ رکي اندر ٽپائي آنداٽون. سات سڳڻ ٿيا. ويڏي پڙهيائون. گهوٽ ڪنوار کي ونءِ راهي ٿيو، پر هن سڄڻ شاديءَ ۾ ڪو به ڀرو نه ورتو. هن کي ايتري ته ڪاوڙ آئي جو پنهنجي ڪلنگي جا هڙ پنهنجي سر تي رکندو هو، سا لاهي ڇڏيائين، ۽ انهيءَ ڪان پوءِ وري نه پاتائين.

شادي ٿي چڪي. عجيب حالتن ۾ بچايل، نپايل ۽ پاليل ڇوڪريءَ جي، شادي، عجيب نئي حالتن هيٺ، ولايت راءِ سان ٿي چڪي. ايشور جي ڪرپا ٿئي ته ڪير وار به نه ونگو ڪري سگهي. راکي رام ته ماري ڪؤن!

✓ شادي ٿي ته روزگار جو خيال آيو. اٽڪل سترهن ورهين کن جي ڄمار جا هوا، جو ٻوٻڪن ۾ ڪنهن ميرو وت ڪارداريءَ جي ڪم لئي رکيا ويا. اها ڪارداري ڪجهه وقت بعد ڇڏڻي پين، جو ميرن جو راڄ پورو ٿيو ۽ انگريزن جو راڄ ١٨٤٣ع ۾

شروع ٿيو، جنهن وري پنهنجي لهوني ڪاروبار
هلائڻ تي گهريو.

پوءِ هو ميهڙ ويا، جتي ميرن جي هٿ ۾ اڃا
ڪجهه حڪومت هئي. ميرن کي نوڪريءَ لاءِ
عريضي ڪيائون. انهن کين گهرايو ۽ سندن عريضي
ڏٺائون ۽ پڙهيائون. سندن فضيلت اچڻ جي
ويهڻ اٿڻ جي ڏسي ڪري تعجب ۾ پيا ۽ چيائون
"جهڙا ٿا لکو توهين اکر، تهڙو ئي سٺو آهي توهان
جو مضمون. وري توهانجي فضيلت ڳالهائڻ ٻولهائڻ
جي ۽ اٿڻ ويهڻ جي سا ته بلڪل ئي عجيب آهي،
اسان ته اوهان کي جيڪر خوشيءَ سان پاڻ وٽ ڪم
۾ رکون، پر اسان کي اهڙو ڪو ڪم نه ٿو سجهي،
جو توهان جي لياقت تي پوي. اڳي جڏهن اصل
پنهنجو راڄ هوندو هو تڏهن ته گهڻو ڪجهه ڪري
سگهندا هئاسون. توهان پاري کي جيڪر وڏو
ڪاردار ڪجي ها. پر هاڻ انگريزن جي اچڻ ڪري
اسان کي گهڻيون اختياريون ڪو نه آهن، ۽ تنهن
ڪري لاچار آهيون جو توهان کي جواب ڏيڻو ٿو پوي."

الهيءَ کان پوءِ هنن لاڙ ڪاڻي، سڄاول ۽ ميروخان
تعلقن ۾ ڦريائين پٽواري ۽ پوءِ تپيداريءَ جي
نوڪري ڪئي.

ڪجهه وقت پٺاڻان خرالي ۾ ڪا گهٽ وڌ ٿائي ڏسڻ
۾ آئي ۽ سبدن ڪم ۾ ڪي چوڪون پڪڙيون

ويئون. وصول ٿيل پئسن ۾ ڪا هيٺ مٿاهين ڏسڻ ۾ آئي. سو مٿن ڪيس هليو. ۽ کين ڇهه مهينا جيل جي سزا ملي ويئي.

---

## ٻاٺ ٻيو

### جيل ۾ سپنو- جاڳرتا- آزادي

جيل ۾ هڪڙي ڏينهن سپنو ڏٺائون، جنهن ۾ کين گورو نانڪ صاحب جن ڏسڻ ۾ آيا. گورو صاحبن کين هٿ کان وٺي اُٿاريو ۽ چيائون: "تون ٻالڪ ڪي ڇو ڀُلجي ويو آهين؟ تون ٻالڪ کي سڃاڻ ته اصلي تون ڪير آهين ۽ ڪهڙي ڪم جي لاءِ هن جڳت ۾ موڪليو ويو آهين؟ تون ياد ڪر ته اڳلي جنم ۾ تون هڪڙو وڏو جوڳي هئين. ملتان جي پاسي رهندو هئين. توکي ٿي پائر هوا. توهان سڀني تمام چڱي ڀڳتي ڪئي هئي، جنهن ڪري ڀڳوان توهان سڀني لي ڏاڍو راضي ٿيو هو. اڃا به ڪجهه ڪاڻ هئي ۽ اوهان کي هن جڳت ۾ ڪجهه ڪم به ڪرڻو هو، جنهن ڪري اوهان سڀني کي وري هت سنڌ ۾ جنم ڏنو ويو آهي. هاڻي اٿي- تنهنجا بند خلاص ٿيا- وڃي پنهنجو ڪم پورو ڪر ۽ پڻ پنهنجي پائون کي ڳول، جي تنهنجي واسطي ترسيا وينا آهن."

اُهي ۽ سپني کان پوءِ سندن اندر ۾ آنند اچي

ويو ۽ من ۾ ڦيرو اچي وين. انهيءَ يادگيريءَ ڏيارڻ
جي ڪري هنن پنهنجو پاڻ کي سڃاتو ۽ اڳليءَ
ڀڳتيءَ ۽ شڪتيءَ جو سماءُ پين. اندر ۾ لنو لڳي
وين: لنوَ انهيءَ سرو وياپڪ، سنسار جي داتا، دين
ديال، ڀڳت وتسل پرڀوءَ جي. اندر ۾ اوچتو اُجيالو
ٿي ويو، اندر جون اکيون کلي پيئون.

ارجن گيتا ۾ سري ڪرشن کان پڇيو آهي ته
”هي ڀڳوان، سمجهو ته ڪنهن ماڻهوءَ کي شردا
آهي ۽ ڀڳتي ڪري ٿو، پر سندس اُدم ڪجهه
گهٽ آهي، جنهن ڪري هو پورو سوڀارو ڪونه
ٿو ٿئي، يا اُدم ڪندي ڪندي سندس سرير
ڇٽي ٿو وڃي. اهڙي ماڻهوءَ جي گتي ڪهڙي ٿي
ٿئي؟ اهو ٽٽل ڦٽل بادل وانگر ناس ته ڪونه
ٿو ٿي وڃي؟“

ڀڳوان چيو آهي: ”اهڙي شردالو ڀڳت جو ناس
ٿئي ٿي ڪونه ٿو. ڪلياڻ مارگ تي هلڻ جي اوگتي
ٿئي ٿي نه ٿي. اهڙو ماڻهو مرڻ بعد پڇ لوڪ ۾
پنهنجي ڪرمن سارو رهي ڪري، وري موٽي
پرٿويءَ تي اچي ٿو ۽ پوتر گهر ۾ جنم وٺي ٿو.
اهڙو جنم عام لوڪن ۾ دُرلڀ آهي. اهڙي گهر
۾ سندس پُورب جنم جا سنسڪار وري اڀرن ٿا.
سندس هاڻوڪو اُدم وري نڪو ٿئي ٿو ۽ آخر هوُ

سِڌي پائي ٿو. اهڙو آدم ڪندي ڪو ماڻهو
جلدي ته ڪو وري ايڪ جنمن پڄاڻان پنهنجي
شرڌا ۽ پنهنجي آدم جي شڪتيءَ سارو سمتا پاءُ
اپين ڪري ٿو."

انهيءَ منجهان ثابت ٿئي ٿو ته سائين ولايت راءِ
جن ۽ ٻين سندن پائرن کي جنم ڏنو ويو، جو شايد
اڳلي جنم ۾ سندن آدم پورو نه ٿيو هو، يا ٻيو ڪو
ڪم ڪرڻو هون. پر مايا جي جار ۾ ڦاسي ڪين
اڳيون جنم ۽ ڪرتب وسري ويا هوا. انهيءَ ياد
ڏيارڻ لاءِ گورو نانڪ صاحب جن سائين ولايت راءِ
کي سپني ۾ اچي يادگيري ڏياري. ۽ سائين
ولايت راءِ وري پنهنجن پائرن کي اچي سجاڳ
ڪيو. سي اهي سندن پائر هوا سائين جيوت سنگهه
قمبر وارو ۽ ديوان چانڊومل لهرومل، وڪيل
لاڙڪاڻي وارو وغيره

جنهن ثابتيءَ سان ڪين جيل جي سزا ملي هئي،
سا وري سرڪار جي جاچ سان ڪوڙي ثابت ٿي.
ڪاغذن ۾ ازغيبي ڦرق پئجي ويو ۽ سندن ڏوهه
ناثابت ٿيو، جنهن ڪري ڪين جيل مان ڇڏڻ جو
حڪم ڏنو ويو.

پر هو جو انهيءَ وقت تائين ڪنهن موج نئي
نراليءَ ۾ اچي ويا هوا، سو جيل ۽ ٻاهر هڪ ڪري
ٿي پيا ڀانئون ۽ جيل مان ٻاهر نڪرڻ ٿي نه پئي

چاھيائون. پر قاعدي اوسار جيل ۾ ئي ڏيڍھيءَ کي رکي نہ ٿو سگھجي، سو زوري کين آزاد ڪري ٻاھر ڪڍيو ويو.

جيل مان جو نڪرڻ ڪونہ ٿي چاھيائون، ۽ نڪرڻ بعد جو وڏا سمت ڏسڻ ۾ آيا، تنھن ڪري ڪن انومان ڪڍيو تہ انهي ڪين ڪو وڏو مهاپرش گڏيو ھوندو، جنھن کين ڀڳتيءَ جي سکيا ڏني آھي، ۽ ان جو سنگ ڇڏڻ ڪونہ ٿي گھريائون؛ پر اھا ڳالھہ ڪن سمجھو ماڻھن کي سمجھہ ۾ ڪا نہ پئي آئي. ھڪ تہ جيڪڏھن اھڙو ڪو مهاپرش کين مليو جنھن ايتري ٿوري وقت ۾ ڪائين اھڙي ڀڳتي ڪرائي جو ھو از حد تيج سان ٻاھر نڪرن، تہ اھڙو مهاپرش پاڻ جيل ۾ ڪيئن ويو؟ مهاپرش ٿي ڪري ھن اھڙو ڪم تہ نہ ڪيو ھوندو جنھن ڪري جيل جي سزا مليس!

پر جيڪڏھن اھا ڳالھہ اعتبار ۾ آڻجي بہ تہ اھڙو ماڻھو ڪنھن سبب سان وڃي جيل ۾ قائو ھوندو، تڏھن بہ اھا ڳالھہ اعتبار ۾ نہ ٿي اچي تہ ايتري ٿوري وقت ۾ ولايت راءِ کي اھڙو ڪري ڇڏي، جھڙو ھو جيل کان ٻاھر نڪرڻ وقت ڏسڻ ۾ آيا. کين جيل جي سزا ڪل ڇھہ مهينا ملي ھئي. تنھن منجھان بہ ٻہ ٽي مهينا معاف ڪئي ويئي؛ آزاد ڪيا ويا بہ جيل ۾ سندن گھڻو وقت نہ پورھئي

ڪرڻ ۾ ويندو هو. باقي ڪين پڪتي ڪرڻ جو
ڪهڙو سمو مليو؟

اهڙيءَ الومان جي ڪري اهين سنڌس جيڪي
پوءِ سندن چيلا ٿيا تن ڪالڻن جاچ ڪئي ته اها خبر
پيئي ته جيل ۾ اهو ڪو سنت ڪين ڪوله مليو هو.
۽ سري گورو نانڪ پاڻ مليا هون، جنهن جو
سمورو وستار اڳيئي مٿي ڪري آيا آهيون.

---

## پاٺ ڏيهون

### وري نوڪريءَ جي تلاش - سير سفر- سِڌ منڊلي

✓ جيل مان نڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ هالن
پرانن ۾ آيا، هو رنا لعل ڏسڻ ۾ ئي آيا ۽ ڪرامت
جا ڏٺي ئي پيا ۽ پگوان جي نالي جو ئي اپياس
ڪندا رهيا، پر انهن ڪوله ڪياٿون جو سنياسڪو
ويس ڪري وڃي ڪنهن غفا ۾ رهيا، گهر ۾ پينگهي
۾ ئي سمهيا پيا هوندا هوا. اهڙيءَ وچ ڪين پو ماڻها
ڏيو جو درسن ٿيو.

✓ ڪل ان مهينن کان پوءِ سندن پتا چيو، "ولايت،
سچو ڏينهن پينگهي ۾ سمهيو پيو هوندين ته ڏ
ڪٿان پلندا؟" ڪين ۾ خيال آهو ته وري ڪا
نوڪري ڳولهجي، ڇو جو جڳت ۾ هلائڻ لاءِ ڪاموڙن
ڪي نوڪريءَ کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ڪونه هو.

۽ ھڙن سنتن کي پڻ جي آڌار تي رھڻو ڪيو
ھو. انھيءَ خيال سان پنھنجي پاڻن کي گولي
ڪيڻ ۽ انھن کي پنھنجي اڳلي جنم جي يادگيري
ڏيارڻ لاءِ پڻ ھو سنڌ جو سير ڪرڻ لڳا.

سير ڪندي سيوھڻ جي شھر ۾ آيا
جتي لعل شھباز جو ديرو آھي. اتي سينئين ماڻھن
۾ ڌڻيءَ جي نانءَ جو پرچار ڪرڻ لڳا ۽ ڪيترن
ماڻھن کي پنھنجو شش بڻايائون. اتي ھڪڙو ديارام
نالي ڪامورو ھو ۽ چڱي ڪنھن عھدي تي ھو
شاھوڪار ماڻھو ھو ۽ عاملن جي پنچايت جو مکي
ھو. اھو سائين ولايت راءِ جن جا اپديش ٻڌي
چرتر ڏسي سندن سچو شيوڪ ٿيو. سيوھڻ منجھ
ڪجھ وقت گذاري، پوءِ ساتر ڏانھن رخ رکيائون

تنھن کان پوءِ ھو لاڙڪاڻي ۾ آيا ۽ اتان جي
ڪن ٽپيدارن، جھڙوڪ ڀائي جيسا سنگھ، ڀائي ليلارام
جو ھيءَ ۽ ٻيا، انھن جي ديري تي وڃي لٿا
اتي ھريءَ جي نام جو پرچار ڪرڻ لڳا. "اونءِ" اکر
جو جاپ ڪرائيندا ھوا ۽ چوندا ھوا ته اھو اکر سڀ
ڪنھن ماڻھوءَ جي سچي سريِر تي لکيل آھي.
جيڪو پنھنجي درشٽي اھڙي ٻڌائي جو اھو اکر
ڪيس پنھنجي سرير تي لکيل نظر اچي، اھو وڏو
جوڳي ٿيندو.

لاڙڪاڻي ۾ ديوان چانڊومل ليڪومل وڪيل

هو، جنهن جا سڀ لڇڻ ننڍي کان وٺي اهڙا هوا
جو گهڻا ماڻهو ڏسي حيران ٿيندا هوا ته هن کي
اهڙا لڇڻ ڪنهن سيکاريا. پنهنجي ننڍپڻ کان وٺي،
صبح جو اٿڻ کان پوءِ، اشنان ۽ نت نيم ڪري،
سکمنيءَ جو پاٺ ڪندا هوا. تنهن کان پوءِ کائيندا
هوا. هو هميشه سچ ڳالهائيندا هوا. جيڪڏهن سچ
ڳالهائڻ سان ڪيتري به تڪليف ٿئي يا نقصان پوي
ته ان جي پرواهه نه ڪندا هوا.

جڏهن ڪن ماڻهن سائين ولايت راءِ جن جا
پرچار ٻڌا، تڏهن ڪين خيال آيو ته جيڪر چانڊوڪل
کي خبر ڪجي ته اهڙي مهاپرش سان اچي گڏجي ۽
جو جو جهڙو آهي سشيل ۽ ستيه وان، تهڙو هن کي
ستگورو به سائين ولايت راءِ جن جهڙو هئڻ گهرجي.

قاعدو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن ٻانڊي ۾ کير
جهڙي ڪا پوتر شيءِ وجهڻي هوندي آهي ته جيستائين
ان ٻانڊي کي تمام چڱيءَ طرح ملي ۽ ڌوئي،
صفا ڪري ۽ پوتر نه ڪبو آهي، تيستائين منجهس
کير نه وجهبو آهي. ڇو جو جيڪڏهن ٿورو به ڪو
گند ٻانڊي ۾ رهجي ويندو ته کير ڦٽي نڪمو ٿي
پوندو. تهڙيءَ طرح جيتوڻيڪ سائين ولايت راءِ
جهڙن مهاپرشن کي سوين، هزارين ماڻهو گڏبا هوا،
۽ انهن سڀني ۾ پرچار ڪندا هوا، پر تڏهن به
انهن منجهان تمام گهٽن جو انتهڪرڻ شڌ ۽ پوتر

نه هٽڻ ڪري، منجهن اهو امبرس جهڙو شبد روپ
ڪين نه وجهندا هوا. ڇو جو ٻچاءُ ان جي فائدي
ڪرڻ جي اهو اپاءُ ويندو.

سائين ولايت راءِ جن کي ٻه خبر هئي ته لاڙڪاڻي
۾ هڪڙو اهڙو ماڻهو آهي جنهن جو انتهڪر
بلڪل شڌ ۽ پوتر آهي، ۽ ڌيان ڪري ڏٺائون
ديوان چاندومل وڪيل سندن اڳلي جنم جو هڪڙ
ياءُ ٻه آهي. ڏاڍا خوش ٿيا ۽ هن کي نياپو موڪليائون
ته اسان سان اچي گڏج.

هيڏانهن ديوان، چاندومل کي خبر پيئي ته هڪڙ
مهاپرش لاڙڪاڻي ۾ آيو آهي، جنهن اوٽن اکر
جو پرچار ٿيلايو آهي - ۽ چوي ٿو ته اهو اوٽن اکر
سڀ ڪنهن ماڻهوءَ جي سرير تي لکيل آهي. تنهن
جي ڪري هنن چوائي موڪليو ته جيڪڏهن سائينج
مون کي اهو اوٽن اکر سڄي سرير تي لکيل ڏيکاري
ته مان ڏاڍو خوش ٿيندس، ۽ ڪيس پنهنج
ستگورو ڪندس.

سائين ولايت راءِ جن چوائي موڪليس، "لون
اسان وٽ اچ ته اهو اوٽن اکر اسان تنهنجي سڄي
سرير تي لکيل ڏيکارياٺون." ديوان چاندومل وٽن
ويو. وڃي نمسڪار ڪيائين. تڏهن سائين ولايت راءِ
جن کين هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ وٺي ويا ۽ الي صاف
لنگوٽ ڪري اهو اوٽن اکر سندس سڄي سرير تي

لکيل ڏيکاريائون - ۽ کيس اهو به اشارو ڪيائون ته
”تون اسان جو اڳلي جنم جو جوڳي ڀاءُ آهين -
پاڻ کي ياد ڪر ۽ پنهنجو جوڳ پورو ڪر.“

تنهن کان پوءِ ديوان چاندومل کي پنهنجو اڳلو
جنم ۽ انهيءَ جي وارتا ياد آئي ۽ هو سائين ولايت راءِ
جن جو شش ٿيو ۽ عمر تائين انهن جي شيوا ڪندو
رهيو - ۽ پاڻ سندن اپديش وٺي تمام چڱيءَ طرح
سالدهه ٿي مهنا جوڳ ڪيائين، جنهن منجهان رچي
لعل ٿي پيو ۽ ڀڳوان جو درشن پائي وري جنم مرڻ
جي ڦيري کان مڪت ٿي ويو. (سندس سمورو بيان
جدا هڪ باب ۾ پڻ هيٺ ڏنو ويندو.)

لاڙڪاڻي ۾ رهندي هڪڙو ٻيو جوان سندن شيوا
۾ اچي ٿيو، جنهن پنهنجو پاڻ کين ارپڻ ڪري ڇڏيو -
۽ انهيءَ کان پوءِ سدائين ساڻن ٽهليو ٿي رهندو هو -
ان جو نالو هو ليلارام، جو سائينجن جي سنگتيءَ،
ڀائي جيسارام جو پٽ هو.

ڀائي ليلارام کي به چڱو سمجهايائون ۽ کيس ڪنهن
وقت تي ته اهڙي شڪتي ڏنائون، جو هو پنهنجي
سر ٿي ڪيترن ماڻهن جا ڏک دور ڪرڻ لڳو. هن
کي سائينجن کان پوءِ ڀائي ليلارام ڪري ڪوٺڻ لڳا.
هو ڪيترا سال جيئرو هو، لاڙڪاڻي ۾ رهندو هو
۽ ڪٿا وارتا ڪندو هو. گهڻا سنگتي اچي سندس
اوطاق تي ڪٿا ٻڌندا هوا ۽ گيان چرچا هلندي هئي.

ھن جو پٽ ھوندو، جو ”د ڪاہل“ طور مشھور آھي
۽ ڪوي آھي، تنھن جا سنا راڳ ٺھيل آھن ۽ ان
ڳائيندڙ به سنو آھي.

لاڙڪاڻي ۾ جڏھن به سائين ولايت راءِ جن ايند
ھوا، تڏھن ديوان چانڊرمل جي اوطاق تي اچي
لھندا ھوا. ۽ گھڻو ڪري شام جي وقت مٿي
ڪوٺي تي کلئي ميدان ۾ ويھندا ھوا. ڀائي ليلارا
اڳيان ويٺو ھوندو ھو. ڏاڪٽ منجھان ڪنھن جي
اچڻ جو آواز ٻڌندا ھوا ۽ سمجھندا ھوا ته ڪو ڪو
ماڻھو ٿو اچي، ته ڀائي ليلارام کي چوندا ھوا ته وڃي
ڏس ته ڪير ٿو اچي ۽ ڇا ڪپيس.

ڀائي ليلارام ڏاڪڻ جي دروازي وٽ وڃي
ڏسندو ھو ۽ جيڪر ماڻھو ايندو ھو تنھن کا
پڇندو ھو ته ”بابا، ڇا ڪپيئي؟“ جيڪڏھن ھ
چوندو ھو ته مون کي بيماري آھي سا لاھيو، ت
ھو سائينجن کي اچي چوندو ته ”سائين، فلاڻي
بيماري اٿس، سا چوي ٿو ته لاھيو.“

چوندا ھوس، ”بابا، لاھينس“. ته ڀائي ليلارا
الھيءَ بيماريءَ واري کي ھٿ لائي چوندو ھو ت
”بابا، تنھنجو روڳ ويو، تون ڀلي وڃ.“ اھڙن
ماڻھن جو ھڪدم روڳ لھي ويندو ھو ۽ اھي ماڻھو
پوءِ مٿي اچي سائينجن جو درشن ڪري خوش
ٿي ويندا ھوا.

گهڻيئي اهڙا ماڻهو ايندا هوا جي چوندا هوا ته "سائين، رام جو نالو ڏيو." تڏهن به سائينجن پاڻي ليلارام کي چوندا هوا، "بابا، ڏيس" - تڏهن هو انهن کي اپديش ڪندو هو، جنهن جو اثر انهن جي دلين تي عمر تائين رهندو هو، ۽ اهي پاڻ کي سائين ولايت راءِ جن جو شش سڏائيندا هوا ۽ پنهنجي طاقت آهر پگتيءَ ۾ مشغول رهندا هوا.

---

## باب چوٿون

### قمبر ۾ پٽوارجڻ - نوڪريءَ جي استيفعا - مکتيءَ جو مارگ

ڪجهه ڏينهن اڳين لاڙڪاڻي ۾ ورتي ۽ ڪيترن ئي شائقن کي رام جو نام ڏيئي، وري قمبر ويا، ڇو جو ٽيون پاءُ اتي سمجهندو هون. آخر نوڪري ۾ اني وڃي ڪيائون، جا کين لاڙڪاڻي جي ديوان صوبسنگهه جي ڪوشش سان ملي. نوڪري هئي پٽواريءَ يعني زمين ڪڙت جي. ٽن مهينن کان پوءِ سنڌهريئي، تعلقي قمبر ۾ کين پندرهن روپيا ماهوار پگهار سان ٽپيدار مقرر ڪيو ويو. انهن ڏينهن جي ٽپيداري ڪا جهڙي تهڙي ڳالهه نه هئي. ٽپيدار معنيٰ عملدار. ڪا ٽپيدار جي زال هوندي هئي ته جهڙي تهڙي شاهوڪار

۾ نه اڪ ٿي ڪانه ٻڌندي هيس. سال سال ۾ پيئي
پانهين ڦيرائيندي هئي. ٽپيدار سائين ڪؤن سڏاوي!
پگهار جو هوندو هو ٽالو. ڪمائي هوندي هئي
اڻ مئي. ٽپيداري نه هئي، پر سون جو ٽڪر هو.

ولايت راءِ جن به چڱي ادبمبر سان رهڻ لڳا. ٻه
بيلي وٽن هميشه رهندا هوا ۽ سواريءَ لاءِ وٽن
ٻه گهوڙا، ٻه بيل گاڏيون هونديون هيون. ٻه ڪوارٽر
۽ ٻيا ٻه ننڍڙا منشي وري ٽنهن کان سواءِ. ريل
گاڏيءَ جو نه ٽن ڏينهن ۾ نالو نشان به ڪونه هو،
سو مسافري گهوڙن ۽ بيل گاڏين تي ڪبي هئي.
ولايت راءِ جن ٽن ٽن سالن کان پوءِ ٽي مهينا موڪل
وٺي پنهنجي ڳوٺ ويندا هوا ۽ پهچڻ ۾ ڏهه ڏينهن
لڳي ويندا هون.

قمبر ۾ رهندي هنن جي ساڳي ٿي اوستا رهي.
سيني ماڻهن ۾ هريءَ جو پرچار ڪرڻ لڳا ۽
سندن پيشانيءَ ۾ جو چمتڪار هو، اهو ڏسي ۽
سندن وچن، جن ۾ تيرن جهڙو اثر هو، اهو ٻڌي
۽ سندن تمام وڏن مهاتمائن جهڙي رهت ڏسي،
گهڻا ماڻهو اچي سندن شش ٿيا. جهڙيءَ طرح مصر
ديوي داس، جو هڪڙو برهمڻ هو ۽ کيرٿلي جي
ڳوٺ، جو قمبر جي پرسان آهي، اتان جا شاهوڪار
۽ ٻيا ڪيترا اچڻ لڳا ۽ سائينجن جو درشن پائي
من کي شانت ڏيندا هوا.

۽ اُنهن ۾ هڪڙو ٺڪر درياهڏني مل جي نالي سان، سائين جن جي شيوا جو پڪو نشچو ڪري، وٽن رهڻ لڳو ۽ دل وجان ۽ سچي پريم سان رات ڏينهن سندن شيوا ڪرڻ لڳو، جنهن جي ڪري اُهيءَ ٺڪر تي به هُنن ڪرپا ڪري ڪجهه ڳڻ ڏنلس. جيستائين اهو ٺڪر درياهڏنو مل جيئرو هو، تيستائين هُن سندن دَرَ ۽ ڪانئن پُرءَ ٺمبر واريءَ دربار جو دَرُ ۽ سائين جيوت سنگهه ڪان پوءِ به دربار جو دَرُ نه ڇڏيو، ۽ سچي نشچي سان شيوا ڪندو رهيو.

ٽپيداريءَ جو ڪم بلڪل پوريءَ طرح ۽ خاطريءَ جهڙو ڪندا هوا. پر جڏهن ڪم مان فارغ ٿيندا هوا، تڏهن پنهنجن دوستن ٽپيدارن جي سنگت ۾ ويهي روح رهاڻ ڪندا هوا. سچي سنگت (جنهن ۾ ڀائي جيسا سنگهه، منشي مورو سنگهه، منشي جيرامداس، منشي ليکراج ۽ منشي وشنداس هوندا هوا، جي سڀ ٽپيدار هوندا هوا) اچي ولايت راءِ جن جي اوطاق ۾ گڏ ٿيندي هئي، جتي ڳالهه ٻولهه ۽ گيان گوشٽ هلندا هوا.

انهن عام طرح ڏسڻ ۾ آيو هو ته سائين ولايت راءِ جن پنهنجي سنگت مان جيڪڏهن ڪنهن به ماڻهوءَ تي راضي ٿيندا هوا ۽ اهيءَ ماڻهوءَ جي به چاهنا هوندي هئي نه مون کي اپديش ڪن، جنهن جي

اپياس سان هن جڳت روپي سمندر مان تري وڃي
ته ان کي شبد ڏيندا هوا، جو اهڙو زور پرهو هوندو
هو جو اهو ماڻهو ڪجهه وقت بي هوشيءَ جي حالت
۾ اچي زمين تي ليٽي پوندو هو ۽ انهيءَ شبد
جو اپياس ڪندو هو، ۽ سندس مک منجهان "هو
هوُ" جو آواز نڪرندو هو. وري جڏهن جڏهن اهو
ماڻهو سندن حاضريءَ ۾ ايندو هو تڏهن به هن کي
اها بي هوشيءَ جي حالت اچي ويندي هئي
جنهن ۾ کيس سرير جي سڌ بڌ نه رهندي هئي
انهيءَ شبد ۾ سمورو خيال رکي اپياس ڪندو هو

ڪڏهن ڪڏهن گهڻيئي اهڙا سندن شش ه
وقت اچي حاضر ٿيندا هوا. پوءِ ته هڪڙو عجب
اسرار لڳي ويندو هو، جو اهي سڀيئي اهڙيءَ بي
هوشيءَ ۾ اچي ڪري زمين تي ليٽي پوندا هوا
۽ انهيءَ شبد جو اپياس ڪندا هوا ۽ "هوُ هوُ"
آواز سندن مک مان پيو نڪرندو هو. اهڙو نمو
شبد ڏيڻ جو ٻئي ڪنهن سنت وٽ ڏسڻ
ڪرڻ آيو.

اها "مستي" ۽ "هوُ هوُ" جا آواز جو گهڻ
ڪري روز به روز هلندا هوا، سا ڳالهه ڪنهن ٻاڙسري
کي نه وڻي. پر هن ٻاڻ ۾ انهن کي چوڻ جي همت
نه سمجهي. سو هوُ سڌو ويو مسٽر الوُ ڏاني

مسٽر للوُ ڀائيءَ دانهن ٻڌي، ان کي آٿت ڏيئي
چيو: ”مان انهيءَ جو چڱو بندوبست ڪندس.
سڀني منشين کي جدا جدا هنڌن تي بدلي ڪري
ٿو ڇڏيان ۽ پوءِ نه هو گڏ هوندا، نه اوڙي پاڙي
کي ڪُڪ ڪندا.“

اها ڳالهه ڪنهن اچي سنگت کي ٻڌائي. سڀ
گهٻرائجي ويا. خبر پيئي ته سائين ولايت راءِ جن
کي جي مستيءَ ۾ ويٺا هوا. چيائون: ”اسان کي جدا
ڪير ڪندو؟ ڪير آهي للوُ ڀائي؟ انهيءَ مٽيءَ
جي پنوڙي کي هتان ڪڍي ٿا هتِ اڇلايون.“

قدرت ايشور جي ۽ ڀال ڀڳتن جو، جو پوري
هفتين ڏينهن للوُ ڀائيءَ کي بدليءَ جي تار آئي.
سڄيءَ سنگت ۾ عجب جي لهر پکڙجي ويئي ۽ آنند
اچي ويو. سڄي سنگت کين ڀڳت سمجهڻ لڳي ۽
سندن شڪتيءَ ۾ انهن جو اتساهه پختو ٿيو.

آهستي آهستي سائين ولايت راءِ جا پوئلڳ وڌندا
ويا، پر هنن ڪليو ڪلايو ويٺي ڪرامت جا ڪم ڪونه
ڏيکاريا ۽ هو پنهنجي ٺيڪيداريءَ جو ڪم به ڪندا
رهيا ۽ ڀڄن به ڪندا رهيا: ”هٿ ڪاج ۾ دل يار ڏي.“

ڪنهن دفعي هڪ ٺيڪيدار کان ڪا ڀُل ٿي ويئي.
مختيارڪار ديوان چندا سنگهه، ڪي ڪٿي هم نه ڪم،
وٺي ڪاوڙ مان چيائين: ”سڀ ٺيڪيدار بيوقوف آهيو.
مان ته بي عقلن مان اچي اڙيو آهيان.“

ولايت راء جنهن کي ڏاتار جي ڏات سو اهڙ
عملدارن جي پرواهه ڪتي ڪري. صلاح مصلحت
سيني سنگتين گڏ جي ڪئي. فيصلو ٿيو ته استيف
ڏجي. عزت متان لک به قربان. سڀني سنگت
استيفعا ڏني.

مختيارڪار وائڙو ٿي ويو. سيني کي گهرائ
سمجهايائين ته پر سمجهي ڪير؟ معافي ورتائين تڏه
وڃي ڪن جي دل پڳي. سيني استيفعا واپ
ورتي، پر ولايت راء چيو: ”هڪ وار ڏنل استيف
واپس وٺڻ مون لاء ممکن نه آهي.“

سنگت به ميڙ منت ڪئي، پر دل جو مضبوط
ارادو نه ڦريو. مختيارڪار ۽ ٻين عرض ڪيو: ”
جي نوڪري نه ٿا ڪريو ته پينشن لاء درخواست
ڪريو.“

پر هنن جواب ڏنو: ”دنيا جون نوڪريون
چاڪريون هاڻي ڀڄيون اوهان کي، اسان جي ه
موڪلاڻي آهي. اسان هيئنر نوڪري انهيء عمل
جي ڪنداسون، جنهن مان پرم آنند پرابت ٿ
جنهن پنهنجي ڪتيء سان گڏ ٻين جي ڪٽ
جو مارگ ملي.“ سيني ڪلهي چپ ڪئي.

---

# پاٺ پنجون

## شش تي ڪرپا - سندن نور جو تجلو -

## ساڌ سنگت جو وڌڻ

سا قمبر ۾ جيڪو ٻيو اڳلي جنم جو جوڳي ڀاءُ ڳولي لڌائون، سو هو جيوت سنگهه ۾ اهي سائين ولايت راءِ جن جي ڏوريءَ ۾ ڪيئن آيا، سا هڪ عجيب وارتا آهي. سندن سموري جيون ڪٿا جو اظهار ٻئي ڀاڱي ۾ ڪيو ويندو. هتي فقط سندن احوال سائين ولايت راءِ جن سان گڏجڻ بنسبت ڪيو وڃي ٿو.

سا منشي شامداس قمبر جو هڪ وڏو زميندار منڍ کان ئي سائين ولايت راءِ جن جو صدقي شش هو. سائين جن جي شڪتيءَ ۾ سندس ويساهه جهجهو هو ۽ کيس اها پڪ هئي ته هو نظر سان نهال ڪرڻ جي سمرٿي رکن ٿا.

سائين ولايت راءِ جن قمبر ۾ هوا، ته هڪ ڏينهن ويهي ويهي منشي شامداس کين چيو: "سائين، مون کي هڪ ننڍو ڀاءُ آهي، جو ڏاڍو اڙٻنگ آهي. ايشور کيس کائڻ پيئڻ لاءِ سڀ ڪي ڏنو آهي. پر هو اجائي اڊمبر جي حياتي گذاري رهيو آهي. سندس عمر هينئر چوٽيهه ورهيه آهي، پر کيس نه هن وقت جو ويچار آهي ۽ نه ايندڙ وقت جو اونو آهي. سڄو ڏينهن اوارن وانگر عاليشان سنڀيل

گهوڙي تي وٺي ٿو سير ڪندو ۽ دليا جون موجون ونندو. ڏاڍي شوق ۽ ذوق جي حياتي ٿو بسر ڪري. پر ارمان ته اسان سڀني کي انهيءَ ڳالهه جو آهي، جو هن کي اهڙا ته جادوءَ جا ڪتاب پڙهيا آهن ۽ انهن جي زور تي ڪن تي قبضو پاتو آهي جو هينئر ڪيس اهڙو ته گهمنڊ تي پيو آهي جو هو پاڻ کي وڏي پل جو مالڪ ٿو سمجهي. پنهنجي جادوءَ جي زور تي ويچار گهڻو ٿو ڪري ۽ چوريون به ٿو ڪرائي، جنهن جي ڪري شهر جا ماڻهو منجهائنس ڏاڍو دکي ۽ ڪڪ آهن. توهان سمرت آهيو، ڪرپا ڪري پنهنجي بل سان ڪا سچي راهه ڏيکاريو.“

سائين جن شامداس کي چيو، ”هڪ دفعو مون ڏانهن وٺي اچينس ته مان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪريانس.“

منشي شامداس جيوت سنگهه کي چيو ته ”سنت ولايت راء آيو آهي، تنهنسان هلي گڏج.“ جيوت سنگهه چيس ته آءٌ سنتن مان ڇا ڄاڻان! مون ٻڌو آهي ته ولايت راء جنائي آهي. منهنجو جنن وغيره سان ڪهڙو ڪم، سو آءٌ وٽس ڪونه هلندس.“ شامداس اها ڳالهه ٻڌائي اچي سائين ولايت راء کي ٻڌائي.

تنهنتي سائين ولايت راء جن چيس ته ”جيوت سنگهه

اٿمن نہ ايندو. ان کي وچي چؤ تہ ولايت راء وٽ ٽوڪان وڏيڪ جادوءُ آهن، سو هل تہ هو توکي سيکاريندو، جنهن سان پاڻ ماڻهن کي وڏيڪ هٿ ڪري سگهندين. پوء هو پاڻيهي ڊوڙندو ايندو.“

منشي شامداس ائين ڪيو ۽ جيوت سنگهہ بہ ساڻس گڏجي سائين ولايت راء جن وٽ آيو. تمام ملڪ ڏٺائين ۽ شان سان اچي سندن اڳيان بيٺو، ۽ چيائين: ”ڪٿي آهن اوهان جا جادوءُ؟“

سائين ولايت راء اکيون کڻي مٿي نهاريو. نيڻن سان نيڻ مليا، چار ٿيا. نور جو تجلو سائين جن جي چشمن مان لڪتو. جيوت سنگهہ کي انهيءَ نظر ستي اڳئين جنم جي يادگيري ڏياري ويئي. بس، پوء تہ ڪيس بي هوشي اچي ويئي ۽ ڏون ڪري زمين تي ڪري پيو.

ڪوشش سان پوء جڏهن سندس مدهوشي غالب ٿيندي ويئي، تڏهن خمار ۾ اچي ويو، ۽ اندر جون اکيون کلي پيس. سجاڳ ٿيڻ سان هڪدم سائين جن کي پيرين پيو ۽ چيائين، ”مون کي معاف ڪريو. مان برابر ڀلي ويو هوس. هاڻي مان اوهان جو ٻانهو ٿي رهندس.“

عشق مجازي ٻرڪري اڏامي ويو. مستيءَ جو دؤر شروع ٿي ويو. پوء ڀاها کڻي ڏني لاڏائين نہ ”هڪ هڪ، ڙي جيوت، تو ڇا ڪيو؟ سڄي عمر

ني اچائي وڄايءِ!" ليٽ ڪيس گهر وٺي آيا. اڳيون
شوق، لباس ۽ هلت چلت، سڀ ڪاٿس وسري
ويا. سڄو وقت ويٺو چوي: "هَہ هَہ، ڙي جيوت
تو ڇا ڪيو!"

جيوت سنگهه، ههڙو شهزادو، عيش عشرت جو
پلو، جو هيئن اکڻي ۾ بي خود، بي اختيار ٿي پيو،
تنهن سيني کي بي چين ڪري ڇڏيو. هر ڪو منشي
شامداس کي ڏوراپا ڏيڻ لڳو. سڀ پيا چون،
"واهه! سڌارو ته سڌاري جي ماڳ، الٽو جيوت جا
پڙدا ڦيرائي آئين!"

منشي شامداس وري پڳو سائينجن ڏي. چيئون
"سائين، منهنجا مٽ مائٽ جيوت لاءِ ڪئي ڪي
ڪي ٿا چون ته ڇوڪرو ني سوسام ۾ اچي ويو آهي."

سائينجن گنڀيرتا سان وراڻيو، "شامداس، تون
ڪڙ نه ڪر. جيوت سنگهه تنهنجي ڏيهه جو ڏيئو
ٿيندو. تون جيوت سنگهه کي نه ٿو سڃاڻين. مون
ته ڪيس چڱيءَ طرح پڇاڻي ورتو. منهنجو ساڻس ٿوڪان
به وڌيڪ سنبنڌ آهي. پر اهي ڳالهيون ڇڏ. تون
مٽي کي سراڻو ڏيئي وڃي آرامي ٿيءُ. جيوت سنگهه
جلد ٺو ٺو ٿيندو."

تنهن کان پوءِ ته جيوت سنگهه اهڙو سنت ٿي پيو،
جنهن جهڙو ٻيو ڪو ورلي لڀندو!

اهڙيءَ طرح چمن جو ڪ زميندار سندن تعريف

ي، الهن جي خدمت ۾ آيو اچي عرض ڪيائين:
حضور! منهنجو هڪڙو ئي پٽ ولي محمد، جنهن
منهنجون هيتريون اميدون هيون ته منهنجو خاندان
وشن ڪندو ۽ مون کان پوءِ منهنجو نالو قائم رکندو،
و بڇڙي صحبت ۾ اچي سارو وقت شراب ۽
يشائن جي پٺيان لڳي، سڀ ڪجهه برباد پيو ڪري.
هان ڪو فضل ڪريو، ڪو تعويذ ڏيو، ڪا رکيا
لو ته منهنجو پٽ سڌري پوي."

زميندار کي چيائون، "ولي اچڻس مون وٽ."
زميندار جواب ڏنو، "ايندو مشڪل."
سائينجن چيو، "بابا، ايندو ڇو ڪين! وڃي
ڪهڻس ته قمبر ۾ پنجاب کان هڪ نچندڙ ڪنجري
لي آهي، سا ڇڙي آهي جوان ۽ حسين تهڙي
هي سريلي ڳائيندڙ. اهڙو پڌي هو اڏامندو ايندو.
ن ڪمس سنيپرائي هيڏانهن ولي اچ. مڙيئي خير
يندو."

زميندار ائين ڪيو، ۽ ولي محمد کي قمبر ۾
لي آيو. آتي جيئن ڪنجريءَ کي ڏسڻ جي خيال
سان ان جاءِ ڏانهن نظر پئي ڦيرائي، تيئن سندس
ڪه وڃي الهيءَ دريءَ ۾ پيئي جتي سائين ولايت راءِ
ين اندر ويٺا هئا، ۽ سندس اکيون وڃي سندن
ڪين سان لڳيون. ڏسڻ سان سندس حوصلا خطا
ي ويا، سندس سڄي من اهليءَ جي لهر لڳي

ويٺي ۽ گولي ڪاڏل اُڪبولر والڪر نا اچي زمين
تي ڪري پيو.

ڪجهه دير بعد جڏهن هو هوش ۾ آيو، تڏهن
وانڙن والڪر دريءَ ڏانهن وري نهارڻ لڳو. ولي محمد
جي پيءُ نوڪر کي سڏ ڪري چيو، "ڇوڪرا
وڃ، وڃي ولي محمد لاءِ پيا ڪپڙا ڪڍي اچ ته لا
ڏيکاري اچانس، ۽ پنجاب جي طوائف جو ديدار
۽ ملاقات ڪرائي اچانس."

نوڪر هلڻ لڳو ته ولي محمد وانڙن والڪر چيو
"چاچي ڪيري، چاچا ڪپڙا! مون کي ته هن
دريءَ وٽ وٺي هلو."

زميندار پنهنجي پٽ جي هلت چلت ۽ طبيعت
۾ ايترو ڦيرو ڏسي، الله جو الله ۾ سائينجن
احسان مڃيندو، کيس انهيءَ دريءَ واريءَ جاءِ
وٺي آيو، جتي سائينجن ويٺا هوا.

سائينجن وڏي اچي ڇوڪري کي گڏيا. هٿ
پڪڙي کيس چيائون، "متي نهار، بابا!" ڇوڪري
متي ته نهاريو، پر اکين ۾ ڏسڻ جي جرئت هجي
ته اکيون به ملائي. اکين مان پريشانيءَ جي ڳوڙهن
جو درياهه وهي چڪو. سڏڪا ڀريندي سائينجن
جي پيرن ۾ ڪري پيو.

سائينجن کيس اٿاري، ڳراٽڙي پائي چيو، "ٻچا!
جيڪي اڳي ٿي گذريو، تنهن کي ياد
خوش رهه.

ڪري دل رنجائڻ نادانِي آهي، پر اڳتي لاءِ پنهنجي
زندگيءَ جو نئون ورق وراءِ."

لوهه جو ٽڪر پارس سان لڳي، سون ٿي پيو.
پوءِ هو موٽي چمن ڏانهن ويو ۽ اها پڪ ڪالهي
ته وري باهه ۾ پئي هن وڌيڪ ٽجلو وڃي ڪبو
پاڻ. پر ايتري خبر آهي ته هن ٻري سنگت ڇڏي
ڏني، ۽ انهيءَ وقت کان پوءِ هو هميشه پيو چوندو هو:
" جيڪي ڏنو سو مون ڏنو، توهان ڇا ڄاڻو!"

انهيءَ قسم جي ٻي به هڪ ڳالهه آهي:-

سنگت مان هڪ پوڙهي مڙس اچي سائينجن کي
وينتي ڪئي ته "اي سائين، منهنجو ننڍڙو پٽ
ڏاڍيون چوريون ٿو ڪري. سزائون به گهڻيون ڏنيون
اٿمانس، پر جيئن ٿڌ، تيئن وڌ."

سائينجن چيو، "بابا، توهان کي پنهنجن ٻارن
سان پورو هلڻ اچي ئي ڪونه ٿو. مار مان ڪو ٻار
سڌرندا آهن ڇا؟ هاڻ وٺي اچينس مون ڏانهن ته
مان سمجهايانس."

پوڙهو مڙس ويو. وڃي پنهنجي پٽ کي وٺي آيو.
سائين جن ڇوڪر جو هٿ پڪڙي، ڏانهس نهاري
چيو، "پٽ، اها ڳالهه ٺهي؟"

ڇوڪرو سڀ ڪجهه سمجهي ويو. هٿ ٻڌي،
الجام ڪيائين، "سائين، اڳتي وري ائين نه ڪندس.
هن دفعي معافي ڏيو."

سائين جن ڪٿي ڪيس سيني سان لڳايو ۽ ڇوڪ
اڇي زار زار روئڻ ۾ ڇڏڪيو. سائينجن چيو، "شاباش
هيئنئر مونکي پڪ آهي ته اڳتي تون سدو
هلندين. پڇتاءَ جا ڳوڙها اها ثابتي ٿا ڏين. ه
شل ايشور سکي رکيئي."

اهو ڏينهن اهو شينهن، وري الهيءَ ڇوڪ
ڪنهن جي شيءِ کي ڪي هٿ نه لاتو. ايتري ه
سندن اکين ۾ چمڪ، ايتري هئي اکين ۾ ڪشش
"جهڙو اکين ۾ جادو، تهڙو سامريءَ کي ناهي

اهڙي هڪ ڳالهه اڳي ئي ٿي چڪي آهي:-

هڪڙو ماڻهو هوندو هو، جنهن جو نالو
رجب. الهيءَ رجب کي اصل کان چوريءَ ج
عادت هئي. جيستائين چوري نه ڪندو ه
تيستائين آرام نه ايندو هوس.

ڪنهن وقت رجب هڪڙيءَ ساڌ سنگت
اچي اڪتو. ان کي ساڌ سنگت ۾ اتي جي ڪ
وار ٿا ڏاڍي وڻي - سنتن جي شيوا ٽهل ڪرڻ لڳ
سنتن هن کي چيو ته شام جو ڪٿا جي وقت اچ
اسان کي پکو گهمائيندو ڪر، ڇو جو اسان ک
گرمي ٿيندي آهي. اها شيوا هن هٿ تي قبول ڪئي
تڏهن به عادت الوسار روز ڪانه ڪا چوري
ڪري، پوءِ شام جو اچي ست سنگ ۾ حاضر ٿيند
هو. پر هڪڙي ڏينهن گهڻي ڪوشش ڪرڻ

ٻه ڪيس ڪا چوري هٿ ڪانه لڳي. هيڏانهن
هوڏانهن گهڻو لهار پاتائين تہ ڪجهه چوري ڪريان
پر پيو ڪجهه هٿ ڪين آيس. هڪڙي ٻُڍي جي
ڀري هڪڙي هنڌ ويٺي هئي، جا ڏٺائين تہ
لڏ ٽڪي ويٺي آهي. گوري هئي ۽ ننڍهن ٻه مٿي
تي ڪٽي آئي پيو.

ڦندو پيو وڃي نہ ويچار آيس تہ ڪتا جو
وقت اچي ٿيو آهي. تنهن ڪري پنهنجي گهر
ڪولہ ويو، پر جتي سنت ڪتا ڪندا هوا، اوڏانهن
پري ڪٽي آيو. وقت ٻڌائڻ لاءِ ٽڪو جو آيو، ۽
پڻ انهيءَ خيال سان تہ متان ڪو پنيان نہ اچي،
تنهن ڪري ڪيس ٻگهر گهڻو اچي نڪتو. پسري
اچي ٻاهر دروازي جي پنيان ٿتي ڪيائين ۽ پاڻ
اندر گهڙي ويو. پڪو ڪٽي وڃي سنتن کي گهمائڻ لڳو.

هونءَ هميشه پڪو فقط سنتن کي گهمائيندو هو.
پر اڄ جو ڪيس ٻگهر نڪتل هو، سو سنتن کي پڪو
گهمائيندي، پاڻ ڏانهن ٻه ٻي ڦيرايائين. سنتن سڀ
ڪري ورتو تہ اڄ هن جو هميشه جهڙو حال ڪونہ
آهي. تنهن ڪري پڇيائونس تہ "ابا، ڇو ٻگهر
نڪتو آيو ٿي؟"

انهيءَ تي هن سڄي ڳالهه ڪري ٻڌائي،
تہ "هن طرح مون کي چوريءَ جي عادت آهي،
جنهن ڪري لهه جي ڳوٺ ڪٽي آءٌ ڦندو ڦندو

هت اچي پهتو آهيان. اوهان ڪا ڪرپا ڪريو
اها عادت مون کان ڇٽي وڃي.“
للاهن سنتن پنهنجي آڱرتي سان هن جي
تي جيڪو ڳڙهو پيلو هو، سو لاهي ڇڏيو. ان
ڪرڻ سان هن جي نرڙ ۾ جو ڇوريءَ جو ان
لڪيل هو، سو به ميٽجي ڇڏيائون. هن جا ڪپا
کلي پيا- ۽ پوءِ ته هڪڙو چڱو سنت ٿي پيو.
انهيءَ تي ڀاڻ رجب هڪ شبد چيو آهي:
”ست سنگت ڪو سُڌريو پلو، جئسو ڪاغذ ٽاٽ ڪر
رجب گورپرشاد تي، مِٽ گيو انڪ للاٽ ڪو
جنهن جي معنيٰ آهي ته ست سنگ ڪرڻ سان
ڪو به ماڻهو سڌري وڃي ٿو، جهڙيءَ طرح ڪاغ
جيڪو سٽيءَ ۽ گندين اڳڙن مان ٺهندو آهي، جي
اپوتر آهن، انهيءَ ڪاغذ تي جڏهن ڪتا وارتا
پرماتما جا گڻ ۽ گيت لکجن ٿا ته پوءِ انهن ڪاغذ
کي وڏا وڏا برهمڻ به متو ڀيا ٽيڪين ۽ لما
حفاظت سان رومالن ۾ ويڙهي پيا رکن. ٺهڙي
طرح رجب ٿو چوي ته سندس للاٽ ۾ جيڪي
خراب انڪ لکيل هوا، سي ست سنگت جي ڪري
مٽجي ويا، ۽ ڀاڻ جنم مرڻ جي ڦيري کان ڇٽي پيو.
سائينجن جي اکين جي روشني اهڙي هئي جو
نهارڻ سان ڪپاٽ کلي پون. سندن پيشانيءَ جو

اهلو ا. عجيب هو. جتي اچي رهندا هوا، اتي سندن لاءِ ڪٽ وڇائي ويندي هئي، ۽ ٻيا ماڻهو جيڪي ٻه درشن لاءِ ايندا هوا سي ڳلمن تي هيٺ ويهندا هوا.

سنگت ۾ ڪنهن کي ٻه اچائي ڳالهائڻ جي جرئت ڪانه ٿيندي هئي. ڪو ٻه ماڻهو سوال پڇندو هو ته اُن کي جواب اهڙو پورو ملندو هو، جو اهو هن کي دل سان لڳندو هو، ۽ اهڙو ڪيس راضي ڪندو هو جو وري ان کي ٻئي سوال پڇڻ جي حاجت نه رهندي هئي. ڪيڇل ۽ مسخري يا پاڻ ۾ ڳالهائڻ بلڪل نه ٿيندو هو. فقط سائينءَ جو درشن پيا ڪندا هوا، جنهن منجهان سندن من کي گهڻي شانتي رهندي هئي.

---

## ڀاڱو ڇهون

## هالن پراڻن ۾ ڏيرو- ڪتا ڪيرتن جو پرهنگ- ششن جي رهبري

لوڪري چڙهڻ کان پوءِ اٽڪل اٺ مهنا ڪن سائين ولايت راءِ جن ٺمبر ۾ رهيا. ان پوءِ وڃي پنهنجي ڳوٺ هالن پراڻن ۾ رهيا. ڏنهن وقت سندن عمر لڳ ڀڳ پنجاهه ورهين جي هئي.

اتي پنهنجي اوطاق ۾ اچي پنهنجو ڏيرو ڄمايائون، جتي چلم تهي پيئي هوندي هئي، آهو ويهو ٻه ٽڪا

18

ڪيئي ته چار گيان جون ڳالهيون ڪري ويندو هو.
ظاهري رلڪ ڀلڪ، لباس ۽ ليٽڻ ۾ ڪوبه فرق
ڪونه آهن. ٻاهران ڏسڻ ۾ پورو گرهستي ڪامورو،
پر اندر ۾ پورن يوگ ابياسي ۽ لاهوتي لعل. من
سدا ستار ڏي مائل، اندر ۾ اکنڊ جاپ جاري.

هالن ۾ اچڻ سان پوشاڪ سادي ڪيائون، پر
نمونو سائيو ڪاموري. اوطاق ۾ جيڪو اچي سو
جيڪا جائي جواري ٿئي هجي، سا پلي ڪائي وڃي.
پاڻ کٽ تي ويهندا هوا، ۽ جيڪو ٻيو اچي سو به
کٽ تي ويهي. سڀ کي هڪ درشٽيءَ سان ڏسندا
هوا. پنهنجي سر گهرج کان وڌيڪ ڪين ڳالهائيندا
هوا، پر جيڪڏهن ڪو اچي صلاح پڇندو هو ته
جواب ملندو هوس، نه ته بس.

پيشانيءَ ۾ آيج ويو وڌندو. اکين ۾ نوراني نور
چمڪڻ لڳو. پري پري کان سوالي اچي پنهنجون
منوڪامنائون سڌ ڪري ويا ۽ شش ٿيا. گرهستي

ٽوڙي سادو، سڌ ٽوڙي جوڳي، فقير ۽ درويش،
صوفي ۽ اداسي، ڪامورا، سيٺيا، برهمڻ ۽ جاجڪ
به صدقي شش ٿيڻ لڳا. اوڻن جو شبد سائينجن
اچارڻ لڳا، ۽ ٻين کان اچارائڻ لڳا. ڪر ڊرپاهڊ ٽومل،
ماني هيمل ۽ ماني ايسر الي سندن شيوا ۾ رهڻ
لڳا. ٻائو ديالداس هالن وارو مهنيت روز گل ڪٽي
ايندو هو.

اِٺو سيٺي کي ڇهين ٻجي آسر جو پورو هو. صبح جو ڪٿا ٿيندي هئي جا اٽڪل ٻه ڪلاڪ کن هلندي هئي. ان کان پوءِ مائي هيمل يڪتاري تي ڀڄن ڪندي هئي، ۽ تنهن کان پوءِ سڀ نيرن ڪندا هوا. نيرن لاءِ جوئر جا ڍوڍا ۽ ڏڌ جا ڪٽورا هوندا هئا. جوئر ۽ لسيءَ مان جو ٻهين کي مزو ايندو هو، سو جيڪر ڪين ڪنهن راجا جي لذيذ طعامن مان به نه اچي. وٽن ٻه ڀليون ڳئون هيون، جن مان ڏڌ، مکڻ ۽ کير جام ملندو هو، جو سنگت ۾ ورهايو ويندو هو. نيرن کان پوءِ گيان گوشٽ شروع ٿيندو هو. گيان جي جٽ گنگا وهي، انهيءَ کان وڌيڪ مزو ٻيو ڪهڙو؟

ڇهين ٻجي شام جو وري سڀ اچي ڪٺا ٿيندا هوا. وري ڪٿا شروع ٿيندي هئي ۽ مائي هيمل ڀڄن ڪندي هئي، جنهن جي امرت روپي پاڻيءَ جو رس وٺي، آيو ويو پاڻ کي تازو توانو ڪري ويندو هو.

جهڙي نه سائينجن جي اها سکيا هئي نه ڪو به ڀيک نه ٻڌائي ۽ نه ورن آشرم تياڳي، تنهن ڪري جدا جدا ذاتين ۽ ورڻن جا ماڻهو سندن شش ٿيا، جي سڀ پنهنجي پرمارٿي خيالن ۾ لڳا رهيا. انهن مان مصر شوداس گهڙيلي وارو ۽ مصر ديويداس پنجاب وارو، جاچڪن مان مهراج چمنداس، ٺيڪيدارن

مان ڀائو ديالداس هالن وارو، ڀائي گرداس ٽ
وارو، ٽڪرن مان درياهڏنومل گيربلي وارو، پائيبند
مان پاڻي پالو، ٻيا ڪيترا لاڙڪاڻي ۽ قمبر جي
ڀسگردائيءَ جا پائيبند جن جا نالا هن وقت ياد
آهن، ڪامورن مان جيوت سنگهه، چاندومل
ساڌوسنگهه، جميعت راءِ، ڪلاچند، شامداس، ليلارام
ديارام، جيرامداس، رامچند واڌواڻي، ۽ تنهن کا
سواءِ ڪيئي نصيرآباد، رتيديري، لاڙڪاڻي
حيدرآباد سنڌ جي ڀسگردائي جا سيٺيون ۽ عام
سنڌن ڪرپا جا محتاج ٿيا اچي سنڌن چرنن ۾ پيا
سائينءَ جي ڪرپا سيني تي هئي. جيڪو تش
رکي سنڌن ديا جو ابلاکي ٿيا ونن آهن، سو تري
ويو. اينرن سيني ششن مان سڀ کان گهڻي مهرباني
جي نظر جيوت سنگهه ۽ چاندومل تي هئي، جا کا
ته اهي سنڌن اڳئين جنم جا جوڳي ڀائر هوا ۽ گڏ جوڳ
ڪيو هوائون. ٻنهي شش ٽيرٿ کان ٻوءِ پنهنجي
ستگور جي سيوا ۾ پاڻ ارپڻ ڪري ڇڏيو.
هالن ۾ سائينءَ جي اوطاق ڦري گويا هڪ
وڏو ٽڪاڻو ۽ مسافرخانو ٿي پيئي. وقت بوقت
ٻري ٻري کان شش اچي پنهنجي پياسي دل جي
پياس مٽائڻ لڳا. گهڻائي شاسترن جا ٻڙهيل ٻ
مباحثه لاءِ ونن ايندا هوا، ۽ جيڪڏهن اهي وڏ
وڏن پستڪن جا پرماڻ ڏيندا هوا ته هو گنڀير تا سا

سگهي ۽ گيتا جا مثال ڏيئي ڪين سوالن جا جواب
ڏيندا هوا.

گيان جي چرچا مزي سان هلندي هئي. پر
جڏهن ڪو ماڻهو فقط هوشياري ڏيکارڻ لاءِ
پنهنجي دماغ کان ڪم وٺي آڏا اُبتا سوال ڪندو
هو ته شانتيءَ سان ڪين چوندا هوا، ”بابا، اسان کي
جيترو اچي ٿو، اوترو ٻڌايون ٿا. جيڪڏهن دل
سان دليل نه ٿا لڳن ته ٻيا گهڻيئي پنڊت ۽ ودوان
آهن ۽ شاسترن جا واکياڻ ڪرڻ وارا آهن جيڪر
انهن سان شاستر ارٿ ڪري پنهنجي دل جون
شنڪائون دور ڪريو ته چڱو.“ برابر آهي به ائين:
”گونگي ڪي بات گونگائي جاني، گونگا پيا ته
ڪاهي بکاني.“

ششن سان چڱيءَ ريت ڪليءَ طرح ٻاتيون ڪري
سندن شنڪائون دور ڪندا هوا، ۽ فرمائيندا هوا
ته سڀ ڪنهن کي پنهنجو پنهنجو فرض چڱيءَ طرح
ادا ڪرڻ گهرجي.

ڪنهن سندن سنگت منجهان ڪين اچي دانهن
ڏني ته ”منهنجو حاڪم مسلمان آهي ۽ تنهنڪري
آءٌ انهيءَ جو حڪم مڃڻ نه ٿو گهران.“ تنهن تي
سائينجن جواب ڏنس ته ”نوڪري ڪرين ٿو پنهنجي
پيٽ لاءِ ۽ پگهار جي لاءِ، تنهن ڪري جيترو وقت
توکي نوڪري ڪرڻي هجي، اوترو وقت جيڪو

ٻه حاڪم تنهنجي مٿان هجي، ٻيو اهو حاڪم نه ڪٽي
مسلمان، ٻه ڀنگي لوڙي ڪڏهن هجي، تڏهن به تنهنجي
ڪم آهي الهيءَ جي آگيا مڃڻ ۽ پنهنجو ڪ
سچائيءَ سان ڪرڻ. الهيءَ ۾ ئي تنهنجو فائدو آهي.
تنهن ڪاڻ پوءِ اهو ماڻهو پنهنجي حاڪم جي حڪ
۾ رهيو ۽ سچائيءَ سان پنهنجو ڪم ڪندو رهيو
اڄهو اهڙيءَ طرح نه فقط روحاني ڳالهين، پر
دنيوي ۽ زندگي جي ڳالهين ۾ سائينجن پنهنجي
ششن جي رهبري ڪندا هوا.

---

## پاٺ سٺون

### ماتا ۽ وڏن لاءِ مان- سندن شڪتيءَ جو

### پرتاب- ديسا چال ڪلا ڌرم

سائينجن اينتريءَ اوچي پدويءَ تي پهتا، نه
جيڪي ڪندا هوا، تنهن ۾ پنهنجي ماتا جي صلا
ضرور وٺندا هوا. ماءُ جو ادب تمام گهڻو رکندا هوا
ڪڏهن ڪڏهن ماتا ناراض ٿي ڪجهه چئي ويهندي
هئي ته به هو موٽ ۾ سواءِ مرڪڻ جي ٻي ڪا
ورندي نه ڏيندا هوا.

ماتا لاءِ چوندا هوا ته ماتا وڏي ۾ وڏو گورو
آهي. ماتا، جيڪا نو مهينا پنهنجي ٻار کي
ح [illegible] اندر، ٽٻ ٽٻ لاءِ سندس حفاظت جا

ٻهه ٻيٺي پڇائي- ماتا، جا سوڙ سهي، ٻار ڄڻي،
پوءِ ٻه پنهنجا سک مٿانئس قربان ڪري ڇڏي،
جيڪا لڏيءَ منجهيءَ ۾، صبح رات ويٺي سندس
پوڙ پڇائي، جا هن جي ڳهر مٿان پنهنجي خون
هارڻ کان نه هٻڪي، تنهنجي موت ڪير ڏيئي
سگهندو؟ ماتا جي مهما ڪير ڪري، سندس پيار
جي قيمت ڪير ڪٿي؟ تحقيق، ڪير ڪري سگهي!

ڪنهن ماڻهوءَ جو پيار هو هڪ حسين ڇوڪريءَ
سان. ڇوڪريءَ جي سونهن انهيءَ پريميءَ کي اصل
الڏو بڻائي ڇڏيو هو. ڇوڪري شادي ڪرڻ لاءِ
تيار هئي، بشرطيڪ اهو پريمي ثابت ڪري ڏيکاريس
ته هن کيس دنيا ۾ سڀ چيز کان زياده ٿي پيار
ڪيو. آزمائش جي ڏينهن هئي. ڇوڪريءَ شرط
رکيو: ”جيڪڏهن تون پنهنجي ماءُ جي دل سيني
مان ڪڍي، منهنجي اڳيان آڻين ته مان تنهنجي
ٿينديس.“

عشق ۾ انڌي پاڳل عاشق اهو شرط قبوليو.
گهر ويو، ماءُ کي خنجر سان خون ڪري، سندس
دل ڪڍي، اڻاوليءَ سان پنهنجي پياريءَ ڏي هلڻ
لڳو. واٽ تي ٿاٻو آيس. چوٽ نه لڳس، پر ته به
ڪريو. ماءُ جي دل جا سندس هٿ ۾ هئي، تنهن
مان ڪنهن آواز ڪيو: ”ٻچڙا، چوٽ ته ڪانه لڳيءِ؟“
اها آهي ماءُ مٺيءَ جي دل. اهو آهي ماءُ جو

آلبي لاءِ پيار. ڏن ماتا، ڏن تنهنجي محبت
ڪير تنهنجي موٽ ڏيئي سگهندو؟

”سَت اپراڌ ڪَرِت هٿِ جيئي
جنني چيت نه راڪس ليتي
جي اَتِ ڪروپ ڪري ڪر ڏاپا
تان پي چيت نه راڪس ميا.“

سائينجن جي چت جو لاڙو جيئو ٽيڪا ان پرم
پرميشور ڏانهن هيو، تڏهن به هو رهيا گرهست
آشرم ۾. ڪين اولاد ڇهه پٽ هوا، جن جا نالا
آهن: مولچند، منگهرمل، شيوڪرام، هوبرا
نارائڻ راءِ ۽ انندرام. ڌيءَ هڪ به ڪانه ٿين.

جڏهن هالن ۾ آيا ۽ اچي لنؤ ۾ لين ٿيا تڏ
به گهرج وقت سنسار جي وهنوار کي چڱ
طرح منهن ڏيندا هوا. اجاين سجاين ڪارجن ۾
سندن ڪو واسطو نه رهيو، پر شاديءَ يا غميءَ
پنهنجي برادريءَ ۾ صلاح مصلحت وقت پاڻ وا
بند نه ڪري ويهندا هوا. پٽ پوٽايائون ۽ پنهنج
سر گهرو گهرجن کي پوري ڪرڻ لاءِ هر
ڪوشش ڪيائون.

ڪجهه وقت بعد سندن پٽ شيوڪرام ج
شاديءَ جا سانباها ٿيا. مزمان اچي سهڙيا. هال
مان جج ڪري سيوهڻ وڃڻا هوا. ريل نه هئي

ڪالر، تنهن ڪري پيڙيءَ جي رستي وڃڻ جو
انتظام ڪيل هو. ڪنوار ڀتن وٽ پهچڻ لاءِ اوپاري
مسافري هئڻ سبب ٻه راتيون لڳيون هيون ۽
موٽڻ وقت لهواري مسافريءَ ڪري هڪ رات
گهرڻي هئي. ڏينهن پاڻيءَ جي چڙهه جا هوا.

خزانچي هوندو هو ديوان ساڌو سنگهه. ديوان
ساڌو سنگهه، واسوائي بنگلديري جو وڪيل هو ۽ ديوان
چالهو مل جو ڀاڻيجو هو ۽ منشي مور وسنگهه، سائين
ولايت راءِ جن جي سنگتيءَ جو پٽ هو. جڏهن
پهرياڻين هو سائينجن جي سنگ ۾ آيو، تڏهن ڇيڙو
جوان هو ۽ وڪالت لاءِ پڙهندو هو.

هڪ دفعي روينيو ڪاتي ۾ جاءِ خالي ٿي،
جنهن لاءِ ساڌو سنگهه درخواست ڪئي، ڪيس اها
جاءِ نه ڪا نه ملي، پر ڊڪ منشگيريءَ جو اچي
حڪم سهڙيس. ساڌو سنگهه عجب ۾ پئجي ويو.
آيو ڀڪندو سائينجن وٽ. چي، "سائين، آءٌ تو
سنئيران وڪالت لاءِ، درخواست ڪيم روينيو ڪاتي
۾ ۽ حڪم آيو آهي ڊڪ منشگيريءَ جو."

هن سمجهو هو ته سائينجن چوندا، "بابا، ڀلي
پيو وڪالت پڙهه. پاڻيهي پر مالما سٺا ٿي ڪندو."
پر وڃڻ سان جواب ٿي اوڙ. چي، "بابا، وڃي ڊڪ
ٿي چڙهه. ايشور ڊڪ ڀ ڪيندءِ!" ساڌو سنگهه ڪي
ڪجهه به هٻڪ نه ٿي. وڃي ڊڪ جي لوڪريءَ

تي چڙهيو، پر سندس اندر ۾ اهي اکر وڃي لڳ
”بابا، وڃي ٻڪ تي چڙهه. ايشور تنهنجو ڀ
ڀ ڪيندو.“

ايشور جي ڀڳت جي مکہ مان اهڙا وچن نڪ
سي ڪٿي ٿا ڪچا ثابت ٿين! ڪٿا ٻڪ منشگير
ڪٿا ڏپٽي ڪليڪٽري! پنهن جي اور چانس
ايمانداريءَ ۽ وڏي ڳالهه ته پنهن جي ستگوروءَ
مهر ۽ ايشور جي ديا سان هو وڃي ڏپٽي ڪليڪٽر
جي عهدي تي پهتو. سندس نشچو سائينءَ جن ۾ پو
وقت تائين پڪو رهيو. پر پنهنجي نوڪريءَ
گهڻي ڪم ۽ لاچاري ڪري هو وڃن وقتائ
ايندو هو.

انهيءَ ديوان ساڌو سنگهه تي اهو ڪم رکيو
ته ٻچ جي کاڌي خوراڪ جو پربند ڪري. شاد
جي خرچ ڪندي، ان ڪنهن وقت چيو
”سائين، پيسا ڏيو. باقي پيسا ٿورا بچيا آه
سائينءَ جن وراڻيو، ”پيسا گهٽا، بابا، دل نه لوڙه
هان، هن تڏي هيٺان پيسا رکيا اٿئي. وڃي ڪڍ
ديوان ساڌو سنگهه وڃي ڏسي ته برابر تڏ
هيٺان هڪ روپين جي ڳوٿري رکي هئي. ڳوٿر
ڪڍي ويهه روپيا ڳڻيا. سائينءَ جن پڇان چيو: ”با
ڳڻي ڇا ڪندين؟ خرچ ڪري، وري ڪڍي ڳوٿري
تڏي هيٺان رکج. ڪو نوڪان ليکي حساب وٺڻ وار
نه ڪونهي.

ساڌو سنگهه خرچ ڪرڻ شروع ڪيو. ٻيڙيءَ
۾ چڙهي سنڌو درياه جي رستي جڏهن سيوهڻ،
جتي ڪنواريتا رهندا هوا، ۽ جتي وڃڻو هون،
اوڏانهن وڃڻ جي ڪيائون، تڏهن سائينجن
ساڌو سنگهه کي سڏ ڪري چيو ته: "رستي لاءِ
کاڌي خوراڪ جو بندوبست ٻيڙيءَ ۾ پورو رکجانءِ،
پر ٻن ڏينهن جو."

ساڌو سنگهه چيو: "پر سائين، مسافري ته گهٽ
۾ گهٽ ٽن ڏينهن جي آهي!"

سائينجن جواب ڏنو: "بابا، ٿوري جيترن چئون
ٿا، سو ڪٽي ڪر. اسان کي ٻن ڏينهن ۾ واپس
اچڻو آهي."

سوال جواب ڪير ڪري؟ ديوان ساڌو سنگهه
به هري انڌا ڪري ٻن ڏينهن جي کاڌي جو
بندوبست ڪيو، ۽ جهٽ ٻيڙيءَ تي نڪرڻ لاءِ
تيار ٿي.

انهن ڏينهن ۾ سائينجن جو وڏو پاءِ به جيئرو
هو. وڏن کي هميشه اهو اونو رهندو آهي ته اجائي
انت پنالڪ به نه هجي، پر اهڙن موقعن تي ڪٿي
ڪان بچيو پلو. شاديءَ جهڙي شيءِ موقعي تي ائين
نه ڪو چوي ته پورو بندوبست ڪو نه هو. سو هي
لڳو سيڌي سامان جي چڪاس ڪرڻ. ڏسي ته
سامان هٿ ڪي ٿي نه پيو لڳي. سڏ ڪيائين ديوان
ساڌو سنگهه کي: "ساڌو بابا، سامان جو بندوبست

ته پرڻو رکيو اٿيئي؟ مون کي ته ڏورو ٿو لڳي
گهڻن ڏينهن جو سيڏو ڪنيو اٿيئي؟"

ساڌو سنگهه جواب ڏنو: "سائين، ٻن ڏينهن جو."
پڇيائين: "ڇو؟" چي: "جيئن سائينجن آڳيا
ڏني هئي تنهن پٽاندر مون بندوبست رکيو." بس، پو
ته پريو مڙس اچي ڪاوڙيو. چي: "ولايت
تنهنجون اهي ڳالهيون مون کي اصل نه ٿيون وڻن
وقت نه وقت ڏسين ٿي ڪونه. مفت گلا ڪيائيندين
هيترا ڇٽا ڪانڌ وارا ۽ پنڌ جي ڇئن ڏينهن جو نه
ته ٻه ٽن جو نه اوس ٿيندو. ڪٿان اچي پورت
ٿيندي؟ ڇاڇي ڇا چوندا، ڪنوارين کي جي خبر
پوي ته ڇا چوندا؟ سڄي سياٽپ، جيءَ جو جنجل
هاڻ ڪڄاڻ، سڏ مخدوم وانگر جن کي نه اچي
پيڙي پئي." مطلب ته وڏن جي ڪاوڙ جي
سيٺ کي خبر آهي، پر سائين جن ڪٺي هڪ اکر
واتان ڪڍن، اصل چپ!

شاديءَ جي مهورت کان هڪ ڏينهن اڳ صبح
جو پيڙيءَ منجهه چڙهي، ڇاڇين سميت اٿي هليا
سيٺ کي عجب پئي لڳو ته شاديءَ جو مهورت
سياڻي، ۽ پنڌ آهي ٻن ڏينهن جو، ڪيئن وڃي
هڪ ڏينهن ۾ پهچبو؟ پر سنڌن جي مهما اپار آهي
الاجي ڇا سوچيو اٿن؟ سڀ ڪجهه مڙيو ٿي چڱو
ٿيندو! الهن ڇاڇين ۾ سائين جيوت سنگهه، ديوان
چانڊو مل ۽ پيا گهڻيئي صدقي ڪامورا به هوا.

ٻيڙي اوياري وهڻي هئي، جنهن جي ڪري
لوڙهن سان ڇڪي ٻي وئي ۽ ٻرن ٻر وڃي لڳي وئي.
پنڌ اهڙو هو جو برابر ٻه ڏينهن ۽ ٻه راتيون لڳيون.

ٻيڙيءَ ۾ کائيندا پيئندا ۽ مزا ڪندا پئي ويا ته
شام اچي پيئي ۽ جهنگ جي هئڻ سبب مڇر اچي
گڏ ٿيو. مڇر به اهڙو اچي گڏ ٿيو جو سڀئي ماڻهو-
جا جي ٻيڙيءَ ۾ ۽ ٻيڙيءَ ڇڪڻ وارا مهاڻا ٻاهر-
توبهه توبهه ڪرڻ لڳا. ۽ چوڻ لڳا: ”سائين، اڃا
ته ٻي ٻه رات پنڌ ڪرڻو پيو آهي! مڇرن سان
ڪيئن ڪنداسين؟“

تنهن تي سائينجن چيو: ”بابا، جي مڇرن
کان ڇٽڻو اٿو ته هلو درياه جي وچ سير ۾.“

سڀئي اهو ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويا ۽ چيائون
ته ”سائين، اوياري ٻيڙي وچ سير ۾ ڪيئن هلندي.
وري گهڻو موٽي هلڻو اٿو ڇا؟“

تڏهن چيائون: ”بابا، هلو ته وچ سير ۾. ڏسو
ته ڀڳوان ڇا ٿو ڪري! ۽ جيڪڏهن نه هلو ته
توهان جي مرضي. ٻلي مڇر کائيندو. اسان مڇرن کي
ته نه روڪيندا سين!“

تنهن تي سائين جيوت سنگهه، ديوان چانڊومل
۽ ٻين اهڙن چيو ته ”سائينجن جو مڃيو ۽ وچ سير
۾ هلو. ڏسو ته ڀڳوان ڇا ٿو ڪري!“

تنهن تي مهاڻن کي چيو ويو، جن لوڙهيون ڏيئون

ڪري ٻيڙي ٻاهري ۽ چڙهي پيا، ۽ ونجهه سان
ٻيڙيءَ کي ڌڪو ڏئي اون سير ڏانهن. جنهن مهل
ٻيڙي سير تي پهتي ته هڪڙو اچرج ٿي ويو ج
ٻيڙي نه اوپاري هلي، نه لهواري. هڪ هنڌ لڳي
بيهي رهي ۽ ڦيرو ٻه گم ٿي ويا. روٽي پاٽي نه ٻيڙي
۾ هوا، سو خوب مزي سان کائي پي، چاچي ٺوڙي
مهاٽا، سڀ سمهي پيا. اهو خيال ڪيائون ته صبح
ٿيو ته وري هلنداسين.

ڀڳوان جي قدرت! صبح ٿيو ته ڏسن ته سيوهڻ
جي سامهون بيٺا آهيون، جتي وڃڻو هون. س
سائين ولايت راءِ جي شڪتيءَ سان نه رڳو ٻيڙي
پر ڏينهن جو پنڌ هڪ ڏينهن ۾ ڪري آئي، ۽
ڦيرن کان ٻه ڇٽي ويا ۽ مهورت جي ڏينهن برا
اچي پهتا.

سائينجن جو وڏو ڀاءُ، جيڪو ٺوري سيڏي
تي ڪاوڙيو پئي، خود سو ٻه هيءُ اچرج ڏسي حيرت
۾ پئجي ويو، ۽ چيائين ته "سائين، سنتن جي گت
نرالي آهي!"

پوءِ سيوهڻ جي . پر ڏي اچي، ٻيڙيءَ مان
لهي، ڄڃ ڪري، ڪنڌارتي گهر ڏانهن هليا.

ڪنڌار پيءُ جيڪو هو سو هڪڙو شاهوڪار سيٺ
هو. الهيءَ دل ۾ ويچار ڪيو هو ته منهنجي سيٺاڻي
آهي سائين ولايت راءِ، هڪڙي وڏي سنت سان

جنهن جا شش ڪي تمام وڏا ماڻهو آهن. مان به
پنهنجي شاهوڪاري نه ڏيکاريان. تنهن پنهنجي عام
رواج ڪي ريتي، جنهن موجب پاڻي ۽ شربت ججھ
۾ وراهيو هو، خيال ڪيو ته مان سڀيءَ ججھ کي
سلو، هئراد ۽ شراب پياريندس. انهن ڏينهن ۾ سنڌي
شراب تمام سٺو جنهن تنهن شهر ۾ لڪرندو هو. ۽
ماڻهو گهڻو ڪري پيئندا به هوا.

جڏهن ججھ ڪنوار ٿي گهر پهتي، تڏهن انهيءَ
سيٺ سائين ولايت راءِ جن کي وڃي وينتي ڪئي
ته "سائين، توهان سڀني سان گهڻيئي وڏا ڪامورا
جاچي ٿي آيا آهن، تنهن ڪري مون خيال ڪيو
آهي ته عام طرح پاڻي ۽ شربت نه ڏجي، پر شراب
پيارجي. ۽ مون انهيءَ ڪري شراب به تمام سٺو ۽
گهڻو ڪڍائي رکيو آهي. مهرباني ڪري اها ڪرپا
ڪري آگيا ڏيو ته شراب پيارڻ شروع ڪجي."

سائينجن چيو ته "بابا، ديسا چال، ڪلا ڌرم،
اهو هميشه پورو ڪرڻ گهرجي. اسان جي ديس
جي چال هميشه ائين آهي ۽ اسان جي ڪُل جو
ڌرم به ائين آهي ته ججھ کي پاڻي ڪارائجي ۽ شربت
پيارجي. اسان ۽ توهان سڀئي هڪ جهڙا آهيون.
۽ اسان ڪڏهن به حالت ۾ پنهنجو ڌرم نه ڇڏيندا سون.
تڏهن جي ڪري توهان وڃي سڀيءَ ججھ کي پاڻي
ڪارائيو ۽ شربت پياريو ۽ شراب جي ڳالهه نه ڪريو."

ڪنواريتو سيٺ، جنهن کي پنهنجي ماءُ
گهمنڊ هو ۽ پنهنجو ناموس ڪيڻ ٿي چاهيائين،
ضد پڌي پيئو ته هن پيري ته معافي ڏيو ۽ شرا
پيڻ جي موڪل ڏيو. سائينجن اچا به نا
ڪئي. جڏهن هن تمام لاچار ڪين، تڏهن چيائو
”چڱو، بابا، اسان وٽ به مکيه ماڻهو آهن، پهريا
انهن کي شراب پياري پوءِ ڪرايو، پوءِ سڀڪي
کي پيار جو.“

ائين چئي، ديوان چاندومل وڪيل ۽ سا
جيوت سنگهه کي آگيا ڏنائون ته هن جو شراب و
پيئو. هوُ آگيا مڃي اٿيا ۽ سيٺ سان گڏجي و
هڪڙي هنڌ ويٺا.

سيٺ هڪڙو شيشو ۽ ٻه ڪٽوريون شراب ج
گهرايون. اهي ڏسي هنن چيس ته ”بابا، ائين
پورت نه پوندي. اسين شيشن ۽ وٽين مان ڪ
چاڙهيون. وڏا مٽ گهراءِ ۽ سيرڪ ڪٽورا گهرا
تڏهن مس اسان جي پورت پوي.“

سيٺ اهو چرچو ڪري سمجهيو، پر تڏهن
هڪڙو مٽ گهرايائين ۽ ٻه وڏا ڪٽورا گهرايائين
هنن يارن ٻه مڙهن ڏنو ڪٽورن ۾، ۽ هن جي ماڻه
کي چيائون ته ”مٽ لائيندا وڃو هنن ڪٽورن ۾
اسان پيئندا ويندا سون.“ ڏسڻ وارا ماڻهو عجب

ٻڌي، ڏاڍين آگريون ڪرڻ لڳا ته، هيءَ ڇا ٿو
تماشو ٿئي!

هيڏانهن هيءَ ٻئي سنت شراب پاٽيءَ ڪان ٻه
ڍڪو پيئندا ويا. ٿوري پيا مت گهرايائون. جيستائين
ٻيا مت اچن تيستائين اهي اُٿي وڃي پيشاب ڪري
آيا. اهڙيءَ طرح جيترا به مت هن سيٺ ڪيا ها
هوا، سي سڀ پي ويا، ۽ پيشاب ڪري ڦٽو ڪيائون؛
تان جو هن سيٺ وٽ هڪڙو ڍڪو شراب جو به
ڪين بچيو.

هنن يارن چيو ته ”سيٺ، اڃا ڪتي ڳالهه آهي!
اسان جي ته ڪک به ڪانه ڀري آهي. آڻ ٻيو شراب.“

سيٺ گهبرائجي ويو ۽ ولتي ڪيائين ته ”ٻيو
شراب ته گهر ۾ ڪونهي.“

تنهن تي هنن چيس ته ”ڪتان به آڻ. سائينجن
جو حڪم آهي ته اسان کي ٻڌ ڪراءِ.“

هن سيٺ سيوهڻ جي شهر ۾ جيڪو به شراب
ملي سگهيس، گُتن تان ۽ سيني گهرن مان گهرائي
ورتو.

اهو شراب به هيءَ سنت پي ويا ۽ پيشاب ڪري
ڦٽو ڪيائون ۽ وڌيڪ گهريائون. تڏهن هيءَ سيٺ
لڄي ٿي، ڳچيءَ ۾ ڪپڙو پائي، سائين ولايت راءِ جن
وٽ آيو، کين پيرين پيو ۽ معافي گهريائين. چيائين:
”سائين، مون کي خبر نه هئي ته اوهان جا دُست

اهڙا آهن. هنن ان سان ئي نہ ٻڌو آهيان نہ ٻين سا
مان ڪيئن ٻڌان ها؟ مون هاڻ توبهه ڪئي! ڪ
ڪري معاف ڪريو."

سائينجن وراڻيس: "چڱو، بابا، وري ائين
ڪجانءِ. وڃي هاڻي پاڻ ڪارائين ۽ شربت پيارين."

تنهن کان پوءِ سيٺ رواج موجب سيڻن جا
کي پاڻ ڪارايو ۽ شربت پياريو.

انهيءَ کان پوءِ دستور موجب شاديءَ جا سا
سات ڪيا ويا، ويڙي پڙهي ويئي، قيرا ڏيار يا
۽ سيڻي وادايون ڏنيون. سيٺ چڱو ڏاج ڏيوڻ ڏ
سيڻي خوشيءَ ۾ وقت گذاريو. ۽ وري گهر مو
لاءِ، ٻئي ڏينهن صبح جو اچي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي
نڪتا. لهواري هئڻ سبب ٻيڙي هڪ ڏينهن
اچي هالن پراڻن ۾ پهتي. ديوان ساڌو سنگه
ٻن ڏينهن جو ڪاڌو ڪنيو هو تنهن جي ٻه ڏايي
خوش ٿي ته برابر ٻن ڏينهن ۾ موٽيا سون. مهل
تورا ڏينهن رهي، پنهنجي پنهنجي شهرن ڏانهن موٽي

سائين ولايت راءِ جن پنهنجي هرروز جي ڪ
ڪيرتن ۽ ڪاروبار کي لڳا رهيا. اهو مٺيون م
سندن شڪتيءَ جو پرتاپ ڏيکاري ٿو، جن
سڄيءَ سنڌ جي گهڻن ئي ماڻهن ۾ ڪالڪن اپديش
جو شوق جاڳايو.

---

## ٻــاٽ انــون

### اٿهڪ شڪتيءَ جا ڪم - سنگتين کي سات - ڪُريت لاءِ سيکت

سائين ولايت راءِ جن جو هڪڙو شش ديوان جمعيت راءِ حيدرآباد وارو لاڙڪاڻي ۾ سب انجنير هو. کيس هڪ پٽ ٿيو هو جو مري ويو هوس، ۽ ٻي ڪا اولاد ڪانہ پيئي ٿئيس. هڪڙي ڀيري سنگت ۾ ويٺو هو. خيال ٿيس تہ جيڪر مان سائينجن کان پٽ گهران. ٻچي ٻچي وينتي ڪيائين تہ مون لي جيڪر ڪرپا ڪريو جو پٽ ڏيو."

سائينجن بہ انهيءَ مهل موج ۾ ويٺا هوا. انهن چيس تہ "چگو بابا، توکي پٽ ٿيندو." انهيءَ آسيس سان کيس پٽ ٿيو ۽ وڏو ٿيو.

ديوان جمعيت راءِ لاڙڪاڻي جي ديوان چاندومل ڪمل جي جاءِ ۾ رهندو هو. هڪڙي ڀيري سائين ڪلاپت راءِ جي سرير ڇڏڻ کان پوءِ اهو سندس پٽ انهيءَ جاءِ جي هڪڙيءَ ڪوٺيءَ ۾ اندر گهري ويو، ۽ اندران ڪڙي ڪڙو پاتائين. کيس هڪڙو ماچيس هٿ ۾ هو، جنهن سان راند پئي ڪيائين. هڪڙي تيلي ٻاريائين، جنهن جي ڪري اندر جيڪي ڪپڙا، ڪنڊ وغيره پيا هوا، تن کي اچي باهه لڳي، ۽ هو رڙيون ڪرڻ لڳو.

دروازو اندران بند ته پاڻ ئي ڪيو هوائين،
ڪولڻ جي سمجهه ئي نه ٿي پيس. ٻاهران جو ماتا
زڙهون پڌيون ۽ اندران ٻاهر ٻرندي ڏٺائون،
گهٽيءَ حيلا در پٽڻ جا ڪيائون. پر در ڪلي ڪ
۽ ٻاهر وڃندي پيٽي وئي. لڏهن سائين ولايت
جن کي پڪار ڪري وينتي ڪيائون ته "هي سائي
ڇوڪرو ڏنو به توهان آهي. هاڻي ساڻي به اوه
اڇي ٿيو. اسان جي پٽڻ جي جاءِ ڪانهي."

تنهن تي اندران دروازي جو ڪڙو هڪ
پاڻيهي ڪلي پيو، ۽ ڇوڪرو سهي سلامت ٻاهر ڪ
ويو، ۽ ٻاهر وسائي ويئي.

هڪ دفعي پنهنجي اوطاق ۾ وينا هوا ته در
ڪڙڪو ٿيو. در اندران بند هو، ۽ سائينجن پنهنج
موج ۾ وينا هوا. انيءَ جي اکين سان هٿن
ڪجهه ڏنو ۽ سمجهو، پر جواب ڪونه ڏنائو
چپ رهيا.

در تي وري زور سان ڪڙڪو ٿيو، ۽ تنهن
گڏ درد ڀريو آواز به آيو: "سائين! در کول."
لکر درياهڏنو مل، جو ان وقت هالن ۾
ڪرليءَ ۾ موجود هو تنهن کي سائينجن در
لاءِ چيو. در کليو. هڪ ڀريو ماڻس اندر لنگهي
سندس هنج ۾ هڪ ٻار جو لاش هو. ٻڌايائين ۾ سن
ٻار گذاري ويو هو، سو زار زار ٿي رنائين. اندر

سان اچي سائينجن جي پيرن تي ڪريو. اهو ٻڌو
سائينجن جو سوٽ هو، سو سائينجن کيس اٿاري
ڳراٽڙي پائي چيو: ”ادا! ايشور جو اهو حڪم هو،
هينئر ڇا ڪجي؟ وڃڻ واري شيءِ ويئي، هاڻي
ارمان ڪرڻ مان ڇا هٿ ايندو؟“

ٻڌي جواب ڏنو ته ”سڪي نيندو. ايشور جو
ڪيو سندس ٻچت ڦيرائي نٿا سگهون. سون ٻچت
آهن، مون لئي ور ڪر. اٿ مون سان ور ڪر.“

سائينجن چيو: ”ٻر ادا، ڪڏهن مئل ۾ جيئرا
ٿيا آهن؟“

ٻڌي چيو: ”هائو، گهڻائي دفعا.“

سائينجن چيو: ”ادا! ايتري سمرٿي مون ۾ ته
ڪاڻهي. مون ۾ ايتري شڪتي ڪاڻهي جو مئلن کي
جيئاري سگهان، ٻر جيڪڏهن توهان جو وشواس
ايشور جي ديا ۾ آهي ته پنهنجو ٻچڙو وڃي گرلت
صاحب جي اڳيان اڇليو، ۽ وڃي ڏين ديال، ڏين
بندو پرميشور جي اڳيان سچي من سان پرارٿنا ڪريو،
۽ سندس سرن ٻڪڙيو.“

ٻڌو مام مان سمجهي ويو ۽ وڃي گورو گرلت
صاحب جي اڳيان پنهنجو ٻار اڇلايائين، ۽ پاڻ سڏڪا
ڀريندي، سچي دل سان پرارٿنا ڪيائين.

جڏهن پرارٿنا پوري ٿي ۽ ٻڌي اکيون کوليون
تڏهن پنهنجي پٽ کي چرندو پرندو ڏٺائين. ”ڏن

گورونانڪ، ڏن والي ولايت، ڏن اي جڳ جا والي
ٻڌي اها ڳالهه ڏني لاٿي. سچيءَ شرڌا سان ٻرار
ڪرڻ جو ڦل ڪيس ملي چڪو، ۽ هو پنهنجو
هنج ۾ ڪڏائيندو اچي گهر ٿيو، جتي شاد مانا ٿي و
وري ٻي دفعي ڀائي ڪيشوداس حيدرآباد وا
صوفي دلپتراء جو شش هالن ڀرائڻ ۾ آيو. ويهي
ويهي هڪ ڏينهن سائينجن کي چيائين: ”سائين
منهنجو پتا ڀائي هر ڀرام بيمار آهي. گهڻيون ئي دوائون
سڀيون آزمائي ويٺا آهيون، پر ڪنهن ڦرق نه
نه ٿيون ڪن.“
سائينجن جواب ڏنو، ”بابا، ڪيون تڏهن فرق
ڪن، جڏهن امر ٿئي ان جو!“
ڀائي ڪيشوداس چيو، ”ائين سچ آهي، سائين
پر منهنجو اهو پڪو وشواس آهي ته جيڪڏهن اوهان
مهر ڪيو ته منهنجو پتا خوش ٿي پوندو.“
سائينجن جواب ڏنو، ”بابا، مان ته آهيان هڪ
ڪامورو ماڻهو. نه آهيان فقير، نه آهيان سنت.
آهيان حڪيم، نه طبيب- وڃي ڪنهن فقير جي
شام پئو.“
ڪيشوداس شرڌا واري من سان چيو: ”سائين
مون کي نه سائينجن کان سواءِ ٻيو وقت ڪو
فقير ڏسڻ ۾ ئي نه ٿو اچي، جو منهنجي سهائتا ڪري.“
سائينجن چيس، ”ٻاهر هڪ فقير ويٺو آهي،

الهيءَ کان تعويذ وٺي وڃي پنهنجي پتا کي پاءِ. لام ڪندو ته سڀ سٺائي ٿي پوندي."

آگيا وٺي، ڀائي ڪيشوداس ٻاهر نڪتو. فقير ٻاهر ويٺو هو. هن به سچي شرڌا رکي، تعويذ وٺي، پنهنجي پتا جي ڳچيءَ ۾ پاتو.

تعويذ پائڻ سان ڄڻ ڪو طلسم ٿي ويو. هونءَ جو سڀ آسون اميدون لاهي ويٺا هوا، سو هاڻ اميد جي جهلڪ ڏسڻ ۾ آئي. ڀائي هريرام ويو خوش ٿيندو تان جو بنهه نوبنو ٿي پيو.

ڀائي ڪيشوداس سچي وارتا پنهنجي پتا کي ڪري ٻڌائي، جنهن مرڪي چيو، "بابا، فقير کان تعويذ وٺڻ جو مڙيوئي هو بهانو. هيءَ ته ڪرپا ٿي سنتن جي. پر هو سنت پرش ڏيک ڪٿي ٿا ڪن."

اهڙيون عجب جون ڳالهيون قمبر ۾ ٽپداريءَ جي وقت، ۽ ٻين کان پوءِ حالن ۾ گهٽيون ٿيون، جنهن ڪري ماڻهن جو وشواس ڏن بدن جان تان وڌندو ويو. پر پنهنجي ڪيل ڪرپائن تي گهڻو گوڙ گهمبور ڪرڻ سائينجن کي پسند نه ايندو هو، ۽ ڪنهن وقت به اهڙي ڏيکاري نه ڏنائون ته ڪرامت جا ڪم هُو ڪو پنهنجي ٻل سان ٿا ڪن، يعني ڪين من جو مان، يا اهنڪار ڪونه هو. سڀ ڳالهه ۾ ايشور، سڀ ڪارج ۾ همت ايشور جا، ڪرپا ايشور جي!

هڪڙي ڏينهن سائينجن لاڙڪاڻي ۾ آيا. منشي
جيسا سنگهه جي پٽ ڀائي ليلارام جي شادي بنگلديري
۾ ٿيڻي هئي. ۽ سائينجن انهن سان گڏجي وڃ
جو انجام ڪيو هو.

ڄڃ بنگلديري ۾ پهتي. گهوٽ ۽ ڪنوار اچ
گڏ ويٺا. برهمڻ ويدي پڙهڻ شروع ڪئي. و
سائينجن اوچتو اٿي ڪڙا ٿيا، ۽ ڪنهن ک
گهوڙي سنيرائڻ لاءِ چيائون. سڀ عجب ۾ پئج
ويا ته ايترو جلد ڇا ٿي ويو جو سائينجن اٿي وڃ
جا سانباها پيا ڪن، پر ڪنهن کي همت ڪانہ
جو اچي پڇن. البت، جيڪي خاص خلوت گار ه
تن سمجهيو ته ضرور ڪو راز هوندو، پر ر
سڀ چپ.

سائينجن اڪيلي سر گهوڙي تي سوار ٿي ٽاپ ٽاڙ
ڪندا لاڙڪاڻي طرف وڌيا ته واٽ تي ه
پوليس وارو لاڙڪاڻي کان بنگلديري طرف اين
نظر آين. گهوڙو روڪي، سائينجن پڇيو: ”با
ڪيڏانهن ٿو وڃين؟“

سپاهيءَ جواب ڏنو: ”وڃان ٿو ديوان جيسا سنگ
کي گرفتار ڪرڻ بنگلديري ۾.“

سائينجن وراڻيو: ”تڏهن ڪر گرفتار مونکي
جيسا سنگهه ته مان آهيان.“

سپاهي هبڪيو ۽ آهستي آواز ۾ چيائين

" جيڪڏهن توهان ديوان جيسا سنگهه آهيو ته اڄ هو وارنٽ."

پوءِ سائينجن پوليس واري سان گڏجي لاڙڪاڻي ويا، جتي هو ٽيستائين ترسيا جيستائين منشي جيسا سنگهه پٽ پرڻائي لاڙڪاڻي موٽيو. اهڙيءَ طرح ان جي لاج رکيائون. جهڙيءَ طرح گرو نانڪ صاحب جن چيو آهي:-

ستگور سک کي ٻنڌن ڪاٽي،
گور ڪا سک بڪار تي هاٽي،
ستگور سک کي ڪري پرت پال،
نانڪ سک اوپر گور سدا ديال.

تهڙيءَ طرح سائين ولائت راءِ جن پنهنجي شش ليلارام ۽ سنگتي جيسا سنگهه جي پت رکڻ لاءِ پاڻ کي تڪليف ۾ وجهڻ کان آر ڪين ڪيو.

موٽڻ تي سائينجن کان سيٺي ايترو تڪڙ ۾ هلي اچڻ جو ڪارڻ پڇيو، ۽ جڏهن ڪين سڄي سبب جي خبر پيئي، تڏهن سيٺي جا ڪپاٽ ئي کلي پيا، ۽ دل جو دل ۾ چوڻ لڳا: " واهه اوهان جي ڀڳتي، واهه اوهان جي شڪتي!"

منشي جيسا سنگهه کي گرفتار ڪري، مٿس مقدمو هلايو ويو، پر سائينجن چيو هو ته ڪجهه نه ٿيندو. ڪيس بهي نه سگهيو، ۽ وري ڪيس ساڳي نوڪري ملي.

وري ٻئي دفعي ڀائي ليلارام، منشي جيسا سنگهه جي پٽ تي ڪيس هليو. مٿس تهمت هئي پيسن هضم ڪرڻ جي. ليلارام ڏڪندو سائينءَ وٽ آيو. چئي: ”سائين، ثابتي آهي سورج کان به تيز. بچڻ جو امڪان ئي ڪونهي. مهر ڪريو ته ستائي ٿئي.“

سائينءَ چيو: ”خطا جي سزا ته ضرور ملڻ کپي. سنسار آئينو آهي، جنهن ۾ جنهن جو جهڙو منهن هجي، تهڙو هو ڏسي. جيڪي ڪر تنهنجي موٽ ملينئي. نيڪي ڪر ته نيڪيءَ جو ڦل ملينئي، برائي ڪر ته بديءَ جو بدلو ملينئي.“ سچ:-

”سنسار آهي کيت جيڪي پوکبو سو پائبو،
اڪ جو ٻوٽو عتي ڪيئن انب جو ڦل پائبو،
هر هڪ خطا جي واسطي هر هڪ سزا نروار آهه،
ڪلجگ ڇئون، ڪرجگ ڇئون، سنسار آهه، اسرار آهه.“

ڀائي ليلارام چيو: ”اهو ته سائين، مان به ٿو سمجهان. پر سائين، مون جو اوهان جي سرن پڪڙي آهي، تنهن مان ته ڪجهه ٿيڻ کپي. اڳتي اهڙي چوڪ اصل نه ٿيندي. هيءُ ڀيرو دفعو معافي ڏيو.“

سائينءَ چيو: ”بابا، ڀڳوان مڙئي ڀلي ڪندو. تون وڃي شهنشاهه جي در هڻ. جيڪي پڇئي تنهنجو جواب ڏي رڳو 'شهنشاهه'، پوءِ توکي ڇڏي ڇڏي ڏيندا.“

ڀائي ليلارام ۾ ڪٺي ڳنڍي ڇڏي. هڪ اکر ڪري
ياد ڪيائين: ”شهنشاهه.“
ڪورٽ ۾ ڪيس شروع ٿيو.
سرشتيدار چيو: ”چؤ، ايشور کي حاضر ناظر
ڄاڻي سچ چوندس.“
ڀائي ليلارام چيو: ”شهنشاهه.“
سرشتيدار چيو: ”شهنشاهه ڇا جو؟ چؤ ته ايشور
کي حاضر ناظر ڄاڻي سچ چوندس.“
ليلارام چيو: ”شهنشاهه.“
وڪيل اٿيو. پڇيائين: ”نالو ڇا اٿيئي؟“
چي: ”شهنشاهه.“
”پٽ ڪنهن جو آهين؟“
”شهنشاهه.“
جيڪو سوال پڇن تنهن جو جواب ”شهنشاهه.“
وڪيلن ۽ مئجسٽريٽ گهڻو ئي ڏوندا ڙيو، پر
هٿ ڪري وارو ساڳي ”ئي.“
جي پڇن ”پيسا تو ڪنيا آهن؟“
ته جواب ”شهنشاهه.“
جي پڇن ”چور آهين؟“
ته به جواب ”شهنشاهه.“
مئجسٽريٽ اچي ڪڪ ٿيو. چي: ”شهنشاهه...
شهنشاهه...... شهنشاهه...... هتي راڄ ڪري مهاراڻي
وڪٽوريا - هي لڳائي ويٺو آهي شهنشاهه! هڪ

چرني کي نہ ڪٽي رجوع ڪيو آهي. جڏهن به ڪو وچي
ڪڏهن به پوي ...... شهنشاه، شهنشاه چوندو وتي!"
ڪيس اهڙيءَ طرح چئي ويو. ڀائي ليلارا
سائينجن وٽ آيو. اچي پيرن پيو. سائينجن پڇيس
" ليلا، ڇئي آئين؟"
ليلارام جواب ڏنو: "سائين، شهنشاه!"
سائينجن مرڪي چيو: "هائو بابا، شهنشاه
سدائين شهنشاه! پر هت اسان کو ڪيس نہ ڪو
نا هلايون. هاڻي ڇڏ اهو چرپائپ جو ڍونگ."
تڏهن وڃي ڀائي ليلارام جي " شهنشاه " واري
ڏين پوري ٿي.
اها ڳالهه ياد ڪري گهڻو وقت پوء به جيڪ
پڙندو هو سو کلي کير و ٿيندو هو.
ڀائي ليلارام پوء نہ سڄو ٿي وقت سائينجن ج
شيوا ۾ لڳو رهيو. سائينجن جو هو نهليو ٿي رهند
هو. سائينجن جي نہ مٿس ڪرپا وئي وڌندي
هن کي شڪتيءَ جو جزو عطا ٿيو. ڀائي ليلارام ک
ايتري تہ طاقت ملي وئي جو هو پنهنجي روءِ س
۽ پنهنجي پل سان ڪنهن کي مٿي، ڪن يا پيٽ
سور پوندو هو تہ فقط هٿ لڳائڻ سان لاه
سگهندو هو.
ڀائيءَ جڏهن ڏٺو تہ سندس چوڻ سان سڀ ڪ
پي ٿيو تڏهن ست جهلي نہ سگهيو، ۽ سڄي مارڪ

تان ٽُڪڻ لڳو. اوچيءَ منزل جي ست ٻه ڪو
سهي سگهي. جبل جي چوٽيءَ تي انسان چڙهي ته
وڃي، پر وڏي ڳالهه ته اها جو هو پاڻ کي قابوءَ
۾ رکي سگهي. هڪ وار جي هيٺان اٿاهه اونهائيءَ
جو خيال ڪندي مغز ۾ چڪر اچي ويس ته ضرور
ڪرندو، ۽ جي ڪريو ته پُرزا پُرزا ٿي ويندو.

ڀائي ليلارام هينئر شراب تمام گهڻو پيئڻ لڳو، ۽
ڪڏهن ڪڏهن ته مدهوشيءَ جي حالت ۾ پاڻ تان
ضابطو ٻه نڪري ويندو هوس. سائينجن کي اهو
حال ڏسي ڏک ٿيو ۽ آهستي آهستي ڪانئس شڪتي
واپس ورتائون.

هڪڙي ڏينهن سائينجن لاڙڪاڻي ۾ آيا. گهاٽ
واهه ۾ سنان ڪرڻ جو خيال ڏيکاريائون. ميٽ،
تيل، انگوڇا، وغيره سڀ ڪي موجود ٿي ويو.
سيٺ ديوان چاندومل جي اوطاق، جتي هميشه
اچي لهندا هوا، ان جي سامهون گهاٽ واهه تي سنان
ڪرڻ ويا.

ڀائي ليلارام ٻه ان وقت حاضر هو، جنهن کي
سائينجن ڀرپائين گهاٽ ۾ گهڙڻ جي آگيا ڪئي.
ڀائي ليلارام ڪپڙا لاهي، انگوڇو ٻڌي، مٽي ۽
ميٽ پائي، گهاٽ واهه ۾ گهڙيو ۽ ٽٻي ڏنائين.

جڏهن هن جو پير ترڪي لڳو تڏهن ڏسي ته
پاڻي آهي ئي ڪونه، لاڙڪاڻو ٻه ڪولهي، ۽ لڪو

سائينجن، وغيره ويٺا آهن. پاڻ کي هڪ وار ٻاسي
رڻ ۾ ڏٺائين. ڪٽي جو منهن کي هٿ لڳائي
ڏاڙهي مڇون ٺهن ٿي ته. وڃي پيو پاڻ ۾ ڦير
ڏسندو، تان جو پنهنجي سڄي بدن ڏانهن نظر ڪري
ڏٺائين ته ليلارام جي بدران هڪڙي زال ٺهي
پيو هو!

عجب ۾ تپرس ۾ پئجي ويو. خبر ٿي نه پويس
ته اڳتي ڇا ٿيندو. اڃا انهيءَ ڳڻ مُڻ ۾ هو ته چار
چنڊال اچي اتان لنگهيا. چنڊالن جو اهڙي نوجوان
سهڻي زال لاوارث رڻ ۾ رلندي ڏٺي، اهي وڏي
سندس ويجهو آيا. پڇيائونس: ”ڪير آهين؟“
پائي ليلارام جي زبان اٽڪيئي نه. ڪٽي چپ
ڪيائين. ڪيئن ٻڌائي ته ڪير هو، ڇو جو اصلي
هو مرد ۽ هاڻي ٿي پيو زال. ڪو به جواب هن وٽان
نه جو آيو، سو هلي چنڊالن جي وچ جهٽ ٻٽ ۾
ساڻس شادي ڪير ڪري؟ آخر وڙهي جهڙهي
انهيءَ فيصلي تي آيا ته وڏو شادي ڪري.

پائي ليلارام مٿي ۾ مٽ ۽ مٽي ۾ مٽ ڪري
سڀ ڪجهه سٺ ڪري ڀوڳڻ لڳو. ليڪن هو چنڊالن
سان ويو ۽ اتي وڃي چنڊال جي زال ٿي رهيو.
انهيءَ حالت ۾ ڪيس سالن جا سال گذري ويا.
گهڻيئي ٻار به ڄاوس. آخر سندس مڙس مري ويو

ٻارنِ ٻه ٻيڙي ٿي. ست ورهين جي ڄمار ۾ سندس
موت ٿيو. هن جو مڙهه وڃي ساڙيائون.
جڏهن سندس سر ۾ ڪي باھ جو ڏڪ لڳو، تڏهن
ڏسي ته پاڻيءَ منجهان منهن ٻاهر ڪڍيل هوس. ۽
اڃا سائينجن مٿي ۾ ميٽ ٻه ڪوڻ پاتو هو. يعني
هڪ ڪِسِ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ست ورهين جو ڏک
ڏٺائين. تڏهن ٻاهر نڪري، ڊوڙي اچي سائينجن
جي پيرن ۾ ڪريو ۽ "معافي، معافي" ڪري
پڪارڻ لڳو.
سائينجن چيس: "ليلا، توکي اها سزا ڪافي
آهي. پر اڳتي خبردار ٿج. هن ڪان پوءِ تون طبابت
جو ڪم ڪج. باقي ٻيو شڪتيءَ جو وت ڪانه
رهندي."
پاڻ ليلارام پوءِ ڪيترا ورهيه جيئرو هو، ۽
طبابت جي ڪم سان گڏ پاڻ وت ست سنگ ڪتو
ڪري ڪتا وارتا ۽ سائينجن جي استتي ڪندو رهيو.
ماڻهن جو ٻه وشواس پاڻ ليلارام ۾ قائم رهيو.
اڄ ڏينهن تائين ماڻ پنهنجي ٻارن کي هنج ۾ کڻي
سندس اوطاق جي چائنٽ تي مٿو ٽيڪائيندا يون آهن.
سائين ولايت راءِ جن پنهنجي ليم تي اهڙا پورا
هولدا هوا، جو جيڪڏهن ڪو ٻه سندن شش توڙي
ٻين منجهان ڪا غلطي ڪندو هو ته ان کي سندس
سکيا جي لاءِ ٿي واجبي سزا ڏيڻ کان ڪين گسندا

هوا. بيءِ هڪ مائيءَ کي ٻه ڪائنن سکيت ملي هئي جنهن جو ذکر هن ريت آهي:-

هڪ دفعي سائينجن پنهنجيءَ اوطاق ۾ ويٺا هئا ته هڪڙيءَ ماڙيءَ تان پٿر اچڻ لڳا. تن ڏينهن جنن جو يقين ماڻهن ۾ تمام گهڻو هوندو هو، ۽ خاص ڪري هالن ۾ ته انهن سمجهڻ ۾ ايندو هو ته اتي جنن جون ڀيرون آهن. پوري ماڻهن کي پنهنجي لاءِ ڪن شرارتي ماڻهن اهو نمونو ڪڍي اختيار ڪيو هو.

هالن ۾ جو سائينجن جي هيٺري هاڪ ٿي هڪ مائي سهي ڪانه سگهي. جنن جو ڀالو ڪري هؤء پٿر اڇلائڻ لڳي. جڏهن ٻه ٽي پٿر آيا، تڏهن سکت مان ڪنهن دالهن ڪئي. سائينجن يڪدم رڙ ڪري چيو ته اڙي ڪير آهين؟ ٻيهر اتي! سائينجن اهي وچن ڪڍيا ته مائيءَ جو اتي ئي

انهي دريءَ وٽ ڪنڌ سڪي ويو. مائيءَ جي مائٽن کي اها خبر پيئي ته اچي سائينجن جي قدمن تي ڪريا، جنهن تي مائيءَ کي فهمائش ڏيئي، سائينجن معافي ڏني، جنهن کان پوءِ ڪنڌ سڌو ٿيس.

اهڙا جنات جي باري ۾ سائينجن کي ڪم قسم ۾ ٻه ڪيا هوا، يعني جن ماڻهن کي جن اچي ستائيندا هوا، تن کي جنن کان آزاد ڪندا هوا. انهيءَ ڪري کي ته ڪين جنائي ٻه ڪوٺيندا هوا، ٻر سچ پچ هو جنائي بنائي ڪو نه هوا.

هنن کي فقط ٻل هو پنهنجي ڀڳتيءَ جو. انهيءَ ٻل جي ڪري اکين ۾ اهڙو ته تيج هوندو هو جو خود جِن، وغيره هنن اڳيان بيهي ڪو نه سگهندا هوا. ان اور جي تجلي سان ٿي پين گهڻن کي به نهال ڪري ڇڏيائون.

---

## پاٺ ٿائون

### عام ماڻهن جو اعتقاد ـ عشق جو اوتار

### شيوا جا ميوا

روز به روز ماڻهن جو اعتقاد سائينجن ۾ وڌندو ويو، ۽ هو کين ڪلجڳ ۾ عشق جو اوتار ڪري پوڄڻ لڳا. سندن شيوا ڪرڻ ۾ وڏا وڏا ماڻهو فخر سمجهندا هوا، پر جيڪي مٿي چيو ويو آهي، تن ۾ هڪ جيوت سنگهه هو، جنهن سچيءَ شردا سان عجيب شيوا ڪئي.

جيوت سنگهه شيوا ڪئي سا موت ۾ ان کي سائينجن جو آتي پريم پلئه پيو. سائينجن جو پيار جيوت سنگهه تي ايترو ته هيو جو خود محمود ۽ اياز جو قصو تو ياد اچي.

سڀني کي خبر آهي ته اياز هڪ شيدي غلام هو، پر محمود جي اکين جو ٺهيو تارو هو. محمود بادشاهه هو، ۽ اياز هڪ ادنيٰ غلام هو. چون ٿا

تہ محمود اياز کي ايترو تہ پيار ڪندو هو، جو
جڏهن اياز کي ننڊ ايندي هئي تہ هُو وڃي سندس
پير چميندو هو.

سڀ وزير وزرا، امير امرا عجب کائيندا هئا
۽ حسد ڪندا هوا. بار بار هُو محمود جي ڪنن ڀرڻ
جي ڪوشش ڪندا هوا تہ اياز پيار جي لائق نہ
آهي. محمود چوندو هو: ”اياز منهنجي پيار جا
پر مولڪان وڏيڪ طاقتور بادشاهن جي پيار جي
لائق آهي. هن جا لڇڻ ۽ اعمال اهڙا آهن جو خوا
خدا بہ مٿس موهت هوندو.“

وزير ننهن وقت تہ ڪٽي خاموش رهندا هوا
پر موقعي ملڻ تي بادشاهہ کي وري ڀرغلائڻ جي
ڪوشش ڪندا هوا.

هڪ دفعي بادشاهہ پنهنجي سڀني وزيرن
سردارن کي ڪالي جي دعوت ڏني. سڀ اچي
حاضر ٿيا. بادشاهہ جي حڪم موجب هر هڪ کي
شيشي جو پيالو ڏنو ويو. بادشاهہ چيو: ”منهنج
حڪم آهي تہ پيالا زمين تي اڇليو.“

حڪم جي تعميل ٿي وئي. پيالا سڀ پرزا پرز
ٿي ويا. بادشاهہ يڪدم پڇيو: ”اهي اوهان ڇو
ڀڳا؟“

جواب مليو: ”حضور جو اهو حڪم هو!“

پوءِ بادشاهہ اياز کي گهرايو. ڪيس بہ شيشي جو

پيالو هٿ ۾ ڏنئي، چيائين: ”اياز! اهو پيالو زمين تي هڻي پرزا پرزا ڪر.“

اياز هڪدم پيالو زمين تي هنيو.

بادشاهه ڪاوڙ مان چيو: ”هيءُ ڇا ڪيءِ؟“

اياز هٿ ٻڌي، ليزاريءَ سان چيو: ”حضور! مون کان قصور ٿيو. مون کي معاف ڪريو.“

ايتري نوڙت ۽ ادب ڏسي، سڀ وزير ڪڪا وڪا ٿيا.

پر ٿورو وقت گذريو ته ساڳيا لاڙون، ساڳيا ڇڪه. وري لڳا بادشاهه کي ڀنيلائڻ.

بادشاهه کين ٻيهر سبق سيکارڻ جي خيال کان سڀني وزيرن کي گهرائي سوال ڪيو: ”ڪو آهي جو مون کي ٻڌائي ته بهشت جو دروازو ڪيڏو آهي؟“

سڀ وزير منجهي پيا. هر ڪو چوڻ لڳو: ”حضور! ڪيئن چئجي ته بهشت جو دروازو ڪيڏو هوندو!“

بادشاهه چيو ته سڏ ڪيو اياز شيديءَ کي. اياز آيو. بادشاهه چيو: ”اياز! ڪر خبر بهشت جو دروازو ڪيڏو هوندو؟“

اياز بادشاهه جا پير پڪڙي، ڪنڌ لوائي چيو: ”آقا! بهشت جي دروازي مان فقط اهي لنگهي سگهندا، جي پنهنجو ڪنڌ جهڪائي، گردن زمين سان

لڳائي گھمندا. بهشت جو دروازو، سائين! ڏا
ننڍو هوندو."

بادشاهه وزيرن ڏانهن منهن ڪري چيو: "
بيوقوف اهو اٿو. توهان پنهنجي سياڻپ ۽ عقلمند
سندس بي عقليءَ سان ڀيٽيو ته تفاوت جي خبر پ
اياز بهشت جي دروازي مان لنگهي چڪو آهي
هن پنهنجو گردن زمين سان لڳائي ڇڏيو آهي
توهان ۾ اهڙو ڪو هڪ به ماڻهو آهي، جنهن
ايتري نوڙت هجي؟ جيترو وڌيڪ پيار مان ا
ڪي ڪندو ٿو وڃان، اوترو هو وڌيڪ نياز ڪ
ٿو وڃي."

وزيرن کي اتان به پوري سمجهه نه آئي، سو ڙ
ڪيائون ساڳي ٽانارڪي ڪڙ ڪڙ شروع. چي: "حضو
اياز اهو سڀ انهيءَ لاءِ ٿو ڪري جو جڏهانڪر
اوهان جي خدمت ۾ آيو آهي، تڏهانڪر هن اوه
وٽان اهڙيون ته قيمتي چيزون چورايون آهن،
سواءِ ڪوڙيءَ خوشامد جي، ڪيس ٻيو ڪو ر
ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي."

بادشاهه پڇيو: "ڀلا اياز اهو چوريءَ جو سام
ڪٿي رکيو آهي؟"

هڪ وزير رڙ ڪري چيو: "حضور! شهر ک
ٻاهر هن هڪ جاءِ خريد ڪئي آهي، جتي هر مهن
هو هڪ دفعو ويندو آهي، ۽ اتي ٿورو وقت اند

وڻي پنهنجون عجيب و غريب شيون ڏسي، پنهنجي دل خوش ڪندو آهي."

بادشاهه چيو: "چڱو. اياز کي انهيءَ ڳالهه جي خبر نه ڏيو. اسين اوچتو ئي هلي ان جاءِ ۾ لڪايل سامان ڏسنداسون."

هڪ ڀيري اياز جڏهن ان جاءِ ۾ ويو، تڏهن بادشاهه به پنهنجي اميرن سان گڏجي اتي ويو. اندر وڃڻ سان ڏسن ته ڪو قيمتي خزانو رکيل ڪونه هو، پر فقط هڪ پراڻو وڳو ڪپڙن جو ۽ هڪ جهولي جتي رکيا هوا.

سڀ شرمندا ٿيا ۽ وسمئي ۾ پئجي ويا. بادشاهه پڇيو: "اياز، هن جو مطلب ڪهڙو؟ هن مهني پراڻي جتيءَ ۽ پراڻن ڪپڙن ڏسڻ جو سُوَد ڪهڙو؟"

اياز گوڏا کوڙي جواب ڏنو: "حضور! هتي مان انهيءَ ڪري ايندو آهيان ته مون کي ياد رهي ته جڏهن مان ٻهرياڻين سائينجن وٽ آيو هوس، تڏهن ڪير هوس. مون کي اهو خوف رهندو آهي ته اهوڪو اوچ ڏسي مون کي پنهنجو اصل نسل نه وسري وڃي، ۽ متان مون کي گهمنڊ نه ٿي وڃي!"

بادشاهه اهڙي ڪمس ڳالهيءَ سان لڳايو، ۽ وزيرن ڏي منهن ڪري چيو: "ڏسو! اڪيون کولي ڏسو! اهڙي سياهه چمڙيءَ ۾ به فرشتي جي دل ٿي سگهي

ٿي. نياز اياز جو ڳهڻو آهي. اياز پنهنجي نوڙ
سان مون کي غلام ڪري ڇڏيو آهي.“

سڀ وزير انهيءَ مان سبق سکيا ۽ انهيءَ ڪا
پوءِ محمود کي سندس باري ۾ هڪ لفظ به نه چيائو
محمود ۽ اياز جي قصي مان اهو مطلب ٿو نڪر
ته نياز، نوڙت ۽ هيٺائيءَ سان، پنهنجي دوس
کي سر ڪپي ڏيڻ سان، پنهنجو پاڻ پنهنجي ستگور
جي مرضيءَ مٿان قربان ڪرڻ سان سچو پورم
ملي ٿو. اها حالت ٿي جيوت سنگهه جي سائ
ولائت راءِ جي سنگ ۾ اچڻ کان پوءِ. سکن
پوڄاري، عيش عشرت جو پتلو، بي پرواهه ۽ لاغر
زميندار سائينجن جي چرڻن ۾ اچي هڪ سچو تياڳ
بڻجي پيو. هو دل جو دل ۾ سمجهڻ لڳو ته:-
”گور وڏو گوبند وڏو، دل ڪيم ويچار
هر تسايو جڳت ۾، پر گوروءَ ڪيئي ڪيو پار“
هو پاڻ کي گوروءَ جي پيرن جي خاڪ سمجه
لڳو. جيڪي سائينجن چون سو لوهه محفوظ.
جو سوال، ڇا جو جواب، ڇا جو دليل، ڇا جون حجتون
هڪ دفعي سائينجن ڪنهن سٿيءَ ۾ پاڻي وجهو
جيوت سنگهه کي چيو: ”بابا، هي ته وڃي ڪاڙهه.
جيوت سنگهه آگيا جي پرورِي ڪري وڃي
ديڳڙو چلهه تي رکيو. گهڙائي ڇٽا پوءِ اچي سائينجن

رکي ويٺا، جن سان ويٺي سائينجن ڳالهايو. ڳالهائيندي ڳالهائيندي سائينجن جيوت سنگهه کي چيو: ”جيوت ٻاٻا، ٻاٽي سُکي ويو؟“

جيوت سنگهه جواب ڏنو: ”سائين، ٻاٽي ته اڃا اڌ جيترو پيو آهي.“

سائينجن چيو: ”پر اينترو وڏو ڇو؟“

جيوت سنگهه هٿ ٻڌي چيو: ”چوڪ ٿي، سائين، اڳتي خبرداري ڪندس.“

ٻاٽي ديگڙي ۾ وڌو سائينجن پاڻ، پر معافي ورتي جيوت سنگهه. اهڙي پريميءَ جنهن پنهنجي هستي، هوند ۽ جيوت ٿيٺي ڪٽي پنهنجي ستگروءَ کي ارپيا، تنهن تي ايشور جي مهر ڇو نه ٿيندي! اهڙيون ڳالهيون گهڻائي دفعا ٿيون هيون، جنهن ۾ پَل جيوت سنگهه جي نه ٻه هجي، پر جي سائينجن چون: ”هيءَ ڳالهه هيئن“، ته اُهو به جواب ڏيندو: ”ائين، سائين، ائين.“

هڪ ڀيري سائينجن حڪم ڪيو ته ”جيوت، فلاڻيءَ دوا مان هڪ تولو توري ڪڍي اچ.“

جيوت سنگهه ڏاڍي خيال سان ڪم ڪندو هو، سو تمام خبرداريءَ سان هڪ تولو پورو توري ڪڍي آيو. سائينجن دوا ڏسي پڇيو: ”هيءَ گهٽي ٿيندي؟“

جيوت سنگهه جواب ڏنو: ”سائين، هڪ تولو
سائينجن چيو: ”نه، تولي کان گهٽ نه ٿيندي.
جيوت سنگهه چيو: ”سائين! ضرور ٿيل
هوندي. مون کي ڏيو ته وري توري، پورو تو
ڪٽي اچان.“

سائينجن چيو: ”دوا پورو تولو هئڻ ڪپي نه
شايد نقصان ڪري. مان پاڻ توريندس.“

دوا توريائون ته پورو تولو. سائينجن ڪنڌ م
ڪري، مشڪي چيو: ”جيوت، ڇيءَ ڇو نه
پورو تولو آهي؟“

جيوت سنگهه وراڻيو: ”سائين، خبر نه هئي
پر ڇيم مٿان ڀل ٿي هجي.“

تحقيق جيوت سنگهه سڀ ڪجهه وساري ڇڏيو
هو هڪ زميندار هو، اوچي ڪل مان هو، لڪي
پڙهيل هو، پر تنهن کان به وڌيڪ هن تمام ديکاديکي
جي حياتي گذاري هئي، پر هڪ دفعي هالن
ڇڏهن جاءِ جو ڪم پئي ٿيو، تڏهن هن گاري جو
ٽغاريون پري پئي رازن کي پهچايون. سنگت ما
کنهن سائينجن کي چيو: ”سائين، جيوت سنگه
کان هر ويرو اهو ڪم نه نه ڪرايو. جنهن ڪک پئي
به ڪڏهن پيٽو نه ڪيو هوندو، تنهن کان هر وير
ٽغاريون ڇو ٿا کڻايو؟“

سائينءَ جيوت سنگهه کي گهرائي چيو: ”جيوت
بابا، تون ڳڻتي نه ڪر. سنگت جي مرضي نه آهي.“
جيوت سنگهه هٿ ٻڌي چيو: ”جا آڳيا سائين،
ها مون کي ته حد آنند ٿو اچي.“

اهڙو هو جيوت سنگهه، جنهن تي سائينءَ جو
اَلي پيار هو. پر جيئن محمود جو اياز لاءِ پيار ٻين
اميرن کي نه وڻندو هو، تيئن سائينءَ جو جيوت سنگهه
لاءِ پيار سائينءَ جي ٻين ٻارن کي نه وڻندو هو. سائينءَ
جا ٻيا ٻار ته ٺهيو، پر سندن پٽ ناراڻ راءِ ۽ سندن
پوٽو ڪيولرام هميشه سائينءَ کي چوندا هوا: ”پر،
بابا، ڇو؟ اسان توهان جا پٽ پوٽا اتي ئي ويٺا
آهيون، توهان پنهنجو سڄو پيار هڪ انراڌيءَ ۾ ڇو
ڪٺي پرٽيو آهي؟“

سائينءَ مشڪي ڪٺي ڳالهه ٽيرائيندا هوا. هو
هڪ دفعي پرڪشيا جي خيال کان پنهنجي ٻارن ۽
جيوت سنگهه کي گهرائي چيائون: ”هوءَ ڪوهي ته
ڪجهه وڃي. ملتان سرن هٽڻ جو ڪم آهي جيوت
لي. باقي هن پاسي لهڻو آهي ٿلهو، سو ناهن
ناراڻ ۽ ڪيول.“

ڪم شروع ٿي ويو. ناراڻ راءِ ۽ ڪيولرام
سنگت جي ٻين ماڻهن جي مدد سان ٿلهو شام
تائين ناهي تيار ڪيو.

سائينءَ اچي ٿلهو ڏٺو. ڏسي چيائون، ”هي

ٽلهو ناهيو اٿوَ؟ هميشه، جيڪو ڪم ڪيو سو ل
جهڙو. ٽلهو به نه ناهي سگهيا ۽ اجايو پيسو به بربا
ڪيوَ. ٻاهيو هي ٽلهو. ڏاڍو ٽلهو ناهيو اٿن."

نارائڻ راءِ ۽ ڪيولرام کي انهيءَ ڳالهه تي ڏک
ٿيو ۽ خار به لڳا. منهن تي ته انهيءَ وقت ڪجه
نه چئي سگهيا، پر پوءِ گهر اچي چيائون، "با
کي انهيءَ اڙاديءَ ته الائي ڇا ڪري چڙبو آهي
جو جيڪي اسين ڪيون سو نابڪال، باقي جيڪ
هوُ ڪري سو پاس."

رات ٿي ته جيوت سنگهه دستور موجب سائينجن
کي زور ڏيڻ ويٺو. ويهي ويهي چيائين، "سائين
جي آگيا ڏيو ته ٽلهو مان ناهي وٺان."

سائينجن چيو: "بابا، سڀاڻي ڏسي وٺندا سون."

ٻئي ڏينهن نارائڻ راءِ ۽ ڪيولرام اچي پڇيو:
"هي سرون ڪيڏانهن ڪبيون؟"

سائينجن چيو: "ڪيڏانهن وري ڪيڏانهن ڪبيون ا
ٽلهو ٺهندو. وري وڃي اڄ ناهيو."

وري ڪم شروع ٿيو ۽ شام تائين ٽلهو ٺهي
راس ٿيو. شام جو وري سائينجن چڪاس ڪئي.
ٽلهو وري به ناپاس.

صبح جو وري ٿيو سڏ نارائڻ راءِ ۽ ڪيولرام کي
ته ٽلهو وڃي ناهيو. پر هنهي انڪار ڪيو. چيائون:

روز ٺاهيون، روز ڊاهيون ۽ اسان کان اهو نه ٿو
ٿئي. توهان کي اهو جيوت سنگهه لڳو ته بس اٿوَ.“
تڏهن سڏ ٿيو جيوت سنگهه کي: ”جيوت بابا،
تون ٺلهو ٺاهه، پر ٺاهج خبرداريءَ سان.“

ٺلهو ٺهيو، پر سائينجن کي نه وڻيو. ٻئي ڏينهن
وري ٽئين سر ٺلهو ٺهيو، پر وري به ناقبول. ٽئين
ڏينهن جيوت سنگهه وري ٺاهڻ شروع ڪيو، پر
سندن دل ۾ پرارٿنا اها: ”هي ستگورو، مهر ڪج.
اوايشور، تون اچي سهاءِ ٿيءُ. پرڀو، تون مدد ڪج.
مون ۾ ايتري سمرٿي ڪٿي آهي جو جيڪي سائينجن
کي وڻي سو ڪري سگهان. پر ديالو، تون ديا ڪج.“

نيٺ ٽئين ڏينهن ٺلهو پاس ٿيو. جڏهن سڀ
اچي گڏ ٿيا ۽ ڪٿا ٺلهي تي ٿي، تڏهن سڀني کي
آنند آيو. سائينجن چيو: ”جيوت هن پرکيا مان
پار پيو. هن دفعا ٺلهو ٺاهي منهنجي اولاد به ڪڪ
ٿي پيئي، پر جيوت ’جا آگيا‘ ڇٽي روز پيڙهي
الساهه سان ڪم ڪندو رهيو. ٽي دفعا ٺلهو ٺاهي،
جيوت ٽيئي لوڪ هٿ ڪيا.“

اها ڳالهه ٻڌي سندن ڀارن کي ڀاڻ وڌيڪ حسد
ٿيو. هڪ دفعي جوش ۾ اچي رات جو ناراڻ راءِ
ڀاڻ کي ۽ پنهنجي استريءَ کي زهر ڏنو. گهر ۾
هلاچلو مچي ويو. سائينجن جيوت سنگهه کي گهرائي

ڇيو: ” جيوت، هيءَ سڀ تنهنجي ڪري ٿيو آهي
تنهن جي ڪري الهيءَ جو قل بہ لون ڀوڳ.“
قدرت مالڪ جي جو جن زهر ڪاڌو تن ڪ
ڪجهہ بہ نہ ٿيو، پر الٽيون اچي جيوت سنگهہ ڪ
ٿيون. جي پوءِ جلد بند ٿي ويون ۽ ڪيس
ڪنهن بہ قسم جي تڪليف ڪانہ ٿي.

---

## پاڻ ڏهون

هالا ٿيا پالها – قمبر ٿيو عمبر – سنگر لاءِ آيوءَ

جي قرباني

گرميءَ جا ڏينهن ئي شروع ٿيا. سائينجن ڇي
تہ ” اڳتي اسين مٿي سمهندا سون. کٽولا مٿي
چاڙهيو.“
سات و سنگهہ اتي هو. ان کٽولن مٿي چاڙهڻ جي
ڪوشش ڪئي. هڪڙي کٽولي کي نوڙي ٻڌي
مٿي چاڙهيائين. کٽولو اڌ تائين پهتو، پوءِ ڇڪي
ڪرنہ سگهيو. اڪيلي سر جڏهن ٻيو نہ سگهي
تڏهن سائينجن جي پٽ نارائڻ راءِ ۽ پوٽي ڪيولرا
کي مدد لاءِ چيائين. پر انهن انڪار ڪيو. نوڙي
کٽولي کي ٻڌل هئي ۽ کٽولو اڌ تائين پهتل هو
نہ مٿي ڇڪيائون، نہ هيٺ لاٿائون، اهو اتي ئي رهيو
تڏهن سائينجن پاڻ انهن کي مدد ڪرڻ لاءِ

ڇيو. پر انهن پرواهه نه ڪئي ۽ چيائون ته "جيوت سنگهه کي چوندا ته هو ته مدد ڪريس!"

سائينجن کي انهيء ڳالهه تي ڏاڍو ناراضپو ٿيو، سو چيائون: "چڱو، بابا، جي توهان جي اهڙي مرضي آهي ته اسان اڳو پوء وڃي ٿا جيوت وٽ رهون. توهان ڀلي خوش رهو!"

انهيء وقت ڏاڍي ڀائي ديارام جيڪو سيوهڻ ۾ سندن شش هو، تنهن جي خبر آئي ته هو سخت بيمار پيو آهي ۽ پڇاڙيء ۾ سائينجن جي درسن ڪرڻ جي ڏاڍي خواهش اٿس. سو ان وٽ وڃڻ جو خيال ٿين.

پيو ته حالن پراڻن ۾ اور چائي ته هيڻ ڪري اتان آهستي به آهستي ماڻهو روزگار لاء ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندا رهيا، جنهن ڪري سندن سٿ سنگ به گهٽبو ويو. پر قمبر ۾ سندن سات سنگت گهٽي هئي ۽ ان جي پسگردائيء ۾ سندن شش به گهڻا هوا. سو آخر طرح ويچار ڪيائون ته باقي حياتيء جا ڏينهن قمبر ۾ وڃي گهارجن.

هاڻ جو اهو به ڏٺائون ته سندن پٽ آڳياڪاري ڪونه هوا ۽ جڻ نه سندن ڳالهين مان خفي ٿي پيا، سو هڪدم حالن چلڻ جو ويچار ڪيائون. پنهنجي اٿتريء ۽ سنگتين سميت، لٽ ڪٽي اٿي هليا ۽ اچي پنڌ تي پهتا.

تنهن کان پوءِ سائينجن جا يار ۽ پائو ديالداس کن پنڇاسن جي ماڻهن کي پاڻ سان وٺي اتي آيا کين ٻوڏي هلڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا. پر سائينجن ناڪار ڪئي، ۽ چيائون ته ”اسان جو سنگتي پائي ديارام سيوهڻ ۾ سخت بيمار پيو آهي، جنهن وٽ اسان کي جلد پهچڻو آهي. هونءِ ڏيهه ڇڏڻ ڏيهي ڇڏڻ ڪو سولو ڪم نه آهي. پر هاڻي ها ٿيندا ٿا وڃن پالها، وڻ وڻ جي ڪاتي چرو ٿيندي پيئي وڃي، ڪو ڪاٺي آهي نه ڪو ڪاٺي آهي. سو اسين به دل تي پٿر رکي الوداع ڪري ٿا وڃون...... باقي قمبر، سو ٿيندو عمبر!“

نااميد ٿي سڀ واپس موٽي ويا، ۽ سائينجن پڻ ٽپي سيوهڻ ۾ آيا، جتي پائي ديارام جي گهر ۾ اچي رهيا. پائي ديارام عاملن جو مکي هوندو هو ۽ سائينجن جو سڪ ڀريو سنگتي هو. اُن وقت هو سخت بيمار پيو هو.

هيءَ سال ١٨٨٥ع جي ڳالهه آهي. جڏهن سائينجن پنهنجي سنگت سميت اچي اتي پهتا، تڏهن شام جو وقت هو. ائين ئي پاسو ته پائي ديارام جي حياتيءَ جي به شام هئي ۽ باقي چڻ نه ڪنهن گهڙي پل جو مزمان هو. سائينجن جيئن اندر گهر ۾ گهڙيا، تيئن ڪنهن ازغيبي هل اچي وئي.

ڪرڻ. جنهن کي اٿارڻ لاءِ ٻه ماڻهو کپن، تنهن کي
ٻه ماڻهو به جهلي نه پيا سگهن.

ڀائي ديارام اٿي، جنهن کٽ تي سائينجن اچي
ويٺا، تنهن جي چوڌاري ڦيرا پائڻ لڳو. سڀ عجب
۾ پئجي ويا. ۽ هيءَ اچرج جهڙي ڳالهه ڏسي، هڪ
ڀاڙي واري مائي جا اکي ويٺي هئي، تنهن رڙ ڪري
چيو: "اهڙو بيمار ماڻهو هڪ فقير جي اچڻ ڪري
اٿري ۾ گهمي به ٿو. او ڀڳوان! تڏهن اهڙو فقير
ٿي پيدا ڪو نه ٿيو جڏهن منهنجو سڪيلڌو ٻچڙو
بيمار هو!"

ڦيرا پائي، ڀائي ديارام وري اچي کٽ تي ڪريو
۽ سندس ابض جهٽڪي ٿي ويٺي. ڀائي ديارام جي
استريءَ پنهنجو سهاڳ هيئن ويندو ڏسي، اچي
هياءُ ڦاڙي روئڻ لڳي. ڇو نه روئندي؟ ڏهاڳ
جو ڏک ته ڪو ڏهاڳڻ کان وڃي پڇي. اچي
سائينجن جي پيرن تي ڪري. هڪ هڪ اک ڪڻي
نه ڏهه ڏهه ڳوڙها پيئي ڳاڙي. سڏڪا ڀريندي
چيائين: "سائين، دان ڏيو. منهنجي پلؤ ۾ مون کي
منهنجي سواميءَ جي حياتيءَ جي ڀيک ڏيو. مون
تي مهر ڪريو، ڪرپا ڪريو."

سائينجن چيو ته "اسين ڇا ٿا ڪري سگهون!"

تنهن تي اُن چيو: "توهان نه ڪجهه ڪندا ته

ٻيو ڪير ڪندو! توهين مالڪ آهيو ۽ سڀ ڪجهه
ڪري ٿا سگهو. مون کي ڏهاڳ ڏسڻ نه ڏيو.''
سائينجن وراڻيو: ''ڪنهن نه ڪنهن کي ته هر
مهل ضرور وڃڻو پوندو. ۽ جيڪڏهن ٻيو ڪو ٻيا
نه آهي ته اسان کي پاڻ ئي وڃڻو پوندو.''
انهيءَ تي ٻائي ديارام جي استريءَ چيو ته
''مالڪ آهيو. جيئن وڻيو تيئن ڪريو. پر آءٌ وڌ
ڪانه ٻڌبس.''
تڏهن سائينجن پاڻ هلڻ جو سانباهو ڪيو. تنهن
تي سندن استري جا اتي ويٺي هئي، تنهن چيو
ته ''سائين، هيءَ وري ڇا ٿا ڪريو؟ ٻائي ديارام
جي استريءَ کي وڌوا ٿيڻ کان بچائي، مون کي
ٿا ڏهاڳ ڏيئي وڃو! ڀلو ائين ٿيندو جو منهنجي
عمر توهين وٺي، اڄ مون کي روانو ڪريو.''
سائينجن ٻڌايس ته ''تنهنجي عمر باقي ٻارهن
پندرهن مهينا ڪن آهي. سو اهو وقت گذري
ويندو. تون اسان کي وڃڻ ڏي.''
هن مائيءَ چيو: ''ٻارهن مهينا ته پري رهيا
پر ٻارهن منٽ به مان توهان کان پوءِ نه رهندس
تنهن جي ڪري ڪرپا ڪري مون کي ضرور ڏ
ڪريو، ۽ ٻارهين، پندرهين مهيني کان پوءِ توهين
پاڻ پلي اچجو.''
تنهن تي سائينجن چيو: ''ڀلو، ائين ئي
ڪريون. تون وڃڻ واسطي سنبر.''

ٿوري ئي وقت ۾ ڀائي ديارام کي آگيا ڪيائون
ته "تون اُٿ."

هو اٿي ڪڙو ٿيو. ۽ سائينجن جي استريءَ کي
اها ساڳي ئي بيماري ٿي جيڪا ڀائي ديارام کي هئي.
ٿوري وقت ۾ پنهنجي مالڪ جي هٿن ۾ سهاڳڻ
ٿي وئي. سائين ولايت راءِ جن ڪجهه ڏينهن اتي
رهي، ڀاڙهو گذاري وري قمبر ويا.

اهڙو هڪ ٻيو به واقعو سائينجن جي گهر ۾ ٿي
گذريو آهي. سندن پٽ سائين منگهرمل جيڪب آباد
۾ تپيدار هوندو هو. اُن به پيءُ وانگر چڱو اڀياس
ڪيو هو، رهڻي به ڏاڍي سٺي رکندو هو، ۽
شڪتيءَ وارو مڙس هو.

سندس ننڍو ڀاءُ سائين شيوڪرام، جنهن جي
شاديءَ جو بيان اڳ ڪري آيا آهيون، سو سيوهڻ
۾ هيڊ منشي هوندو هو. اوچتو سائين منگهرمل کي
جيڪب آباد ۾ تار آئي ته سائين شيوڪرام سخت
بيمار آهي ۽ اوهان جي اچڻ جو ضرور آهي.

سائين منگهرمل هڪدم تيار ٿيو، جنهن کي
سندس استريءَ چيو ته "اڳي سائين وڏن به سيوهڻ
۾ وڃي پنهنجي حياتي ڀائي ديارام کي بخشي هئي.
توهان به وڃو ٿا سيوهڻ ۽ توهان ۾ به شڪتي آهي،
سو متان مون کي وڌوا بڻايو ۽ پنهنجي ڀاءُ کي بچايو.
ڪرپا ڪري ائين نه ڪجو ۽ جلدي موٽي اچجو."

انهن چيس ته ”جيئن ڀڳوان جو حڪم ٿيندو
۽ سائين وڏن جي مرضي هوندي، تيئن ڪنداسون
اسان جو وس ڪهڙو آهي!“

هو جڏهن سيوهڻ ۾ آيا، تڏهن پنهنجي ڀاءُ
سائين شيوڪرام کي سخت بيمار ڏٺائون. سند
استري جنهن سان ٿورو وقت ٿيو هو جو پهر
استريءَ جي گذري وڃڻ بعد شادي ڪئي هوائين
سا اچي سائين منگهرمل جي پيرن کي چنبڙ
پيئي ۽ چيائين ته ”جيئن سائينجن وڏن ڀائي ديا
کي اٿاريو هو، تيئن اوهين مون کي به وڌوا ٿ
کان بچايو.“

سائين منگهرمل جي دل تمام نرم هئي، تنهن ڪ
ڏاڍو خيال ٿيو سو سائين شيوڪرام کي اٿاري سند
بيماري پاڻ تي آندائين ۽ نيت سرڪ ڇڏيائين
يعني پنهنجي حياتي پنهنجي ڀاءُ کي ڏنائين.

اڳي به هندستان جي تواريخ ۾ اهڙو هڪ مث
ٿي چڪو آهي، جڏهن بابر بادشاهه جو پٽ همايو
سخت بيمار هو، ۽ مرڻ جي ڪنڌيءَ تي هو، تڏه
اُن نماز پڙهي، پنهنجي بيمار پٽ جي کٽ چوڌاري
ٽي ڦيرا ڏنائين، اها ڏٺيءَ در آرادنا ڪئي هئ
ته منهنجو پٽ بچي، ۽ آءٌ مران ته ڀلي مران.
سندس عرض اگهاڻو هو. بابر بادشاهه بيمار پ
۽ همايون ڏن بدن خوش ٿيندو ويو. تان جو آه

الڳ ٿي ويو ۽ هماڻون بلڪل نوبنو ٿي اٿيو ۽ پوءِ
ڪيترا ورهيه راڄ ڪيائين.

---

## پاٺ يارهون

### سندن ڇيو ڪڏهن نه مِٽيو — ٻين درويشن سان دوستي

سائين ولائت راءِ جن ٿورا ڏينهن سيوهڻ ۾ گذاري، پوءِ لاڙڪاڻي ۾ آيا، جتي ديوان چاندو مل وڪيل جي اوطاق ۾ اچي لٿا. اُتي ظاهر ڪيائون ته هاڻي هالن ڏانهن وري ڪڏهن موٽي ڪو نه ويندا سون، ۽ هتي ئي ڪٿي رهنداسون.

ديوان چاندو مل کي گهاڙ پر تي اوطاق هئي، سا اُن سائينجن کي آڇي ته هميشه لاءِ اتي ئي رهو. پر هو اجا ڪنهن فيصلي تي اچن، تنهن کان اڳ هڪڙي مائي چتر بائي جا اتي، وٽن هئي، تنهن وينتي ڪئي: ”سائين، ٻن ڌيئن کان سواءِ مون کي نه ڪو پٽ آهي ۽ نه ڪو ٻيو اهڙو مائٽ جو مون کان پوءِ منهنجي گهر جو وارث ٿئي. مون کي پنهنجو گهر وڏو آهي. الهيءَ گهر جي اڱڻ ۾، ٻي هڪ جدا سنڌي ۽ وڏي جڳهه ٺهيل آهي، جا آءٌ اوهان کي ٿي ارپڻ ڪريان. اوهين هلي اها وسايو.“

اها چتر ٻائي ديوان کيراجمل، ديوان چا
جي پيٽيوئي جي ننهن هئي، جو ميرن جي
کان وٺي لاڙڪاڻي جو ڪاردار هو ۽ گذاري و
هڪڙو پٽ ۽ ٻه ڌيئر ڇڏي ويو هو. سند
ڌيئر خيرپور ۾ پرڻايون ويون هيون. هڪڙ
علي مراد جي وزير منشي چنداسنگهه سان، ٻي
رامچند سان، جيڪو پوءِ شڪارپور ۾ ميولس
۾ وڏو منشي هو، ۽ جنهن جو پٽ ديوان رو
جيڪب آباد جو وڪيل اڃا تائين دربار جو
آهي ۽ ڏٻاريءَ جي موقعي تي قمبر ايندو آه
ديوان کيراجمل جو پٽ فقط ٽي ڌيئون
ويو. انهن مان جيڪا وڏي هئي سا ٻه خير
منشين جي آکهه ۾ پرڻائي وئي. ديوان کير
جي استري ٻه گذاري وئي. باقي هڪڙي
۽ ٻه اڻ پرڻيل ڌيئر بچيون. ملڪيت گهٽي ه
جايون جڳهيون سنيون هيون ۽ هنن جو گذران
ٿي ٿيو. پر ديوان کيراجمل جي وقت کان وٺي
گهر جو ويساهه سائين ولائت راءِ ۾ هو.
انهيءَ چتر ٻائيءَ جي آڳ سائينجن قبول ڪ
سائينجن جاءِ ۾ رچي ويهن، تنهن کان اڳ
جي مرامت ليٽي هئي. جاءِ وچ شهر ۾ انهي
جتي هينئر مکي ٻولسنگهه جي حويلي آهي.
پر پوءِ اوچتو ئي اوچتو مائيءَ جي من ۾

اچي رهيو. هن اڳي پڌو هو ته سائينجن جنن سان رهاڻيون ڪندا آهن، ۽ هينئر جو سائينجن انهيءَ جاءِ ۾ رهڻ جو خيال ڪيو. تڏهن ڪن جي ڀرغلائڻ تي وري اڳيون يادگيريون سندس من تي تازيون ٿي تري آيون، ۽ هن جي ذهن ۾ ويهجي ويو ته سائينجن جنائي آهن.

مالي چتر ڀائيءَ کي ڏپ وٺي ويو ۽ هوءَ بدگمان ٿي پئي. سندس شرڌا ۾ وگهن پئجي ويو ۽ هن جاءِ ڏيڻ کان ڪيٻايو. سائينجن لاڙڪاڻي ڇڏڻ جو ويچار ڪيو، ۽ ويندي وقت چوندا ويا: ”بابا، اها جاءِ ڀلي اسان کي نه ڏي، پر هڪ دفعو اسان کي ڏلل جاءِ اسان جي ئي ٿيندي“.

پوءِ فيصلو ڪيائون ته وڃي قمبر ۾ رهجي سو جيتوڻيڪ ديوان چاندومل لاڙڪاڻي ۾ رهڻ لاءِ گهڻو زور ڪين ۽ وري به پنهنجي اوطاق آڇين، تڏهن به هو قمبر هليا ويا.

قمبر ۾ سندن اچڻ جي خبر پئجي ويئي. رهڻ جي جاءِ جو بندوبست ٿيڻ لڳو. منشي شامداس ۽ منشي ساول سنگهه جي صلاح سان سائينجن کي اها جاءِ رهڻ لاءِ ڏني ويئي، جنهن کي اڄ دربار ڪري ڪوٺيو ٿو وڃي. قمبر ويو وڌندو ۽ سچ پچ عمبر ٿيو، ۽ ڀالا پراڻا ويا ڦٽندا ۽ ويران ٿيندا.

سائينجن جي اولاد مان هينئر هالن ۾ ڪو به

ڪونه ٿو رهي، سڄو محلو ويران پٽ لڳو پيو آهي
سائينجن جتي اوطاق ڪندا هوا، اُتي اڄ ڏينهن
تائين سندن کٽ رکي آهي، ۽ اُهيءَ اوطاق ج
سنڀال، صفائي ڪرڻ ۽ جوت ٻارڻ جو ڪم ٻا
ديالداس جي ٽڪاڻي طرفان ٿيندو آهي. ڪو وق
ڪوهيءَ مان مٽ پوري کٽ جي پرسان رکيو وين
هو، جتان گهڻيئي آسانتا ماڻهو، پاڻيءَ چکو
پنهنجي من جون آسون پائي ويندا هوا. پر هاڻ
اها کوهي به سڪي وئي آهي.

هوءَ چترپائيءَ واري جاءِ به آخر سچ پچ سائين
جي ٿي. اُهيءَ چترپائيءَ کي به ڏيئو اڻ پرٿ
هيون، جي گهڻي وقت کان پوءِ هن سائينجن ج
آکهه ۾ ڏنيون. هڪ انندرام، سائينجن جي پٽ
کي، ٻي موهن لعل، سائينجن جي پوٽي کي. ماڻ
پاڻ آڪٽوبر ١٩٣٣ ۾ گذاري ويئي، جنهن کان پو
اها جاءِ آخر موهن لعل جي پٽن ڪشنچند ۽ شوشنيو
کي ملي.

ڀمبور ۾ جڏهن سائينجن اچي پنهنجو ديرو ڪيو
تڏهن سڄي شهر ۾ آنند ڇانئجي ويو. سائينجن اتي
به پنهنجو نت نيم وارو ڪم شروع ڪيو، خوب
پڄن پاٺ ۽ ڪٿا ڪيرتن ٿيڻ لڳو. شش جو تعداد
ويو وڌندو. دور دور کان وڏا وڏا پير فقير ب
ديدار ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا.

سائينجن پاڻ بہ ڪڏهن ڪڏهن قمبر مان ٻاهر
نڪرندا هوا، ۽ جدا جدا شهرن ۾ وڃي ٻين فقيرن
سان روح رهاڻيون ڪري ايندا هوا. سائينجن جي
صحبت تہ فقط هندو مهاتمائن سان هوندي هئي،
پر مسلمان درويشن سان بہ. ڪڏهن ڪڏهن تہ
ڪنهن پير فقير يا سنت جو نالو ٻڌندا هوا تہ اُني
ديدار بہ ڪري ايندا هوا، ۽ روح رهاڻيون بہ ڪري
ايندا هوا.

فقير ٻچل شاهہ سکر وارو تہ ڪين ڪو نيندو ئي
'سائين' ڪري هو، ۽ جڏهن سندس ملاقات
سائينجن سان ٿيندي هئي، تڏهن گڏ گڏ پيو ٿيندو
هو ۽ خوشيءَ ۾ نہ پيو ماپندو هو. هو بہ هڪ وڏو
درويش ۽ صاحب ڪرامت جو هو، پر تہ بہ سائينجن
کي ڏسڻ سان هن جا نيڻ ٺري پوندا هوا.

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ سائينجن سکر ۾ آيا.
هڪڙي جهان الله شاهہ درويش جي هاڪ ٻڌائون.
سائينجن پنهنجيءَ سنگت سان گڏجي سندس ديدار
ڪرڻ ويا. جهان الله شاهہ ٽلهي تي ويٺو هو ۽
ٻيا سڀ هيٺ تڏن تي ويٺا هوا.

جڏهن اچي پهتا تڏهن پير جيئن ويٺو هو، تيئن
ويٺو رهيو، ۽ هنن کي پورو آءُ ڀاءُ بہ نہ ڪيائين.
فقط هڪ هندو مريد کي ڳائڻ لاءِ چيائين.

ايتري ۾ فقير ٻچل شاهہ بہ اچي اتي نڪتو.

ڏٺائين ته ٻين وانگر سائينجن به هيٺ وينا هو
يڪدم ڪتولي تان هيٺ لٿي فقير ٻچل شاهه سائين
وٽ آيو، ۽ چيائين، "اٿو، سائين، ته هي
وڃائي ڏيائو. هن کي ڪهڙي خبر ته ونس ڪ
آيا آهن!"

سائينجن چيو: "نه، اسين هتي چڱا آهيون
پر هينئر ته اسين هلون ٿا."

سائينجن اٿيا ته جيوت سنگهه فقير جهان الله شا
جي اڳيان ارداس ڪري موڪلايو. سائين ولائت
جن نيتي ۽ پرمارٿ جا صاحب ته مان ۽ اپمان
سم هوا، پر فقير ٻچل شاهه کي ڏاڍو ڏک ٿيو،

اتان ٿي جڏهن ڀائي وسڻ رام جي ٽڪاڻي
تڏهن ڀائي صاحب پاڻ اڳيئي اچي دروازي
آدر ستڪار لاءِ بيٺو هو، ۽ جڏهن پاڻ ۾ گڏيا تڏ
ڀاڪر پائي ڏاڍيءَ سڪ سان مليا. جڏهن اتان
تڏهن به مريادا موجب جيوت سنگهه ارداس ڪي

---

## پاٺ ٻارهون

ششن جي وڌڻ جو سبب-
بيڪسر ته بدلائڻ جي سکيا

سائين ولائت راءِ جن جي شمپٽي جو سلسلو
اينرو ٻ گهوٽي ويو، تنهنجو خاص سبب اهو ه

سائينجن پنهنجي اپديش ۾ ڪا اجائي ڳالهه ڪانه ڪندا هوا. سندن اهو چوڻ هوندو هو ته "ڪوئي ڀيک نه بدلائي، چاڪاڻ ته ڀيک بدلائڻ سان نه ڪو ماڻهو شانت ٿي ٿو سگهي ۽ نه ڪو مٿس ڀڳوان راضي ٿي ٿو سگهي."

ڀڳوان کي راضي ڪرڻ واسطي ۽ پنهنجي مڪتي پائڻ واسطي جيڪڏهن ماڻهو پنهنجو اندر بلڪل شڌ رکي، سچ ڳالهائي، شڀ ڪرم ڪري ۽ ڀڳوان جي چرڻن ۾ پنهنجو ڌيان رکي ته بس آهي. جيئن چيل آهي: "هٿ هاج ۾، دل يار ڏي!"

گهڻو ڪري سڀني ماڻهن ڏٺو هوندو ته دنيا جا روزمره وارا جيڪي به ڪم آهن، تن سڀني ڪرڻ ۾ ڪنهن گهڻي ڌيان ڏيڻ جو ضرور ڪونه ٿيندو آهي. اهي ڪم اندريون سڀاويڪ پنهنجو پاڻيهي ٿيندا اچن. تنهن ڪري جيڪڏهن ماڻهو پنهنجو ڌيان ايشور جي چرڻن ۾ رکندو ته الهيءَ جا جيڪي دنيوي ڪم آهن، تن ۾ ڪا اٽڪ ڪانه پوندي.

جنهن ماڻهوءَ کان سچي ڀڳتي ٿي نه سگهي، سو ماڻهو جيڪڏهن چڱا ڪرم يعني جڳت جي سيوا سچيءَ دل سان، تن، من ۽ ڌن سان ڪري، ۽ جوان جي ڦل جي خواهش نه رکي، ۽ ان جو

ٿل سري ڪرشن ارپڻ ڪري ڇڏي ته الهيءَ ڪي
شايد ڀڳتيءَ وارن کان به اوچي پدوي ملندي.
گيتا جي ٽئين ادياءَ ۾ ارجن سري ڪرشن ڀڳوان
کان پڇيو آهي:-
هي ڀڳوان! تنهنجي چوڻ مان ته ائين معلوم
ٿئي ٿو ته ڪرم کان گيان وڌيڪ چڱو آهي. الهي
ڪري مان ته منجهي پيو آهيان. جي گيان چڱو
آهي ته پوءِ مون کي گهور ڪرم ۾ ڇو ٿو وجهين؟
مون کي صاف صاف ٻڌاءِ ته منهنجو ڀلو ڇا ۾ آهي؟
تنهن تي ڀڳوان اُو ڏنو:-
هي پاپ رهت ارجن! اصل کان ٿي هن جڳت ۾
ٻه مارگ هلندا آيا آهن. هڪ ۾ گيان کي مکيه درجو
مليل آهي، ٻئي ۾ ڪرم کي. پر تون ٿي ڏسين
سگهندين ته ڪرم بنا منش اڪرمي ٿي نٿو سگهي
ڪرم بنا گيان ملي ٿي نٿو. جيڪڏهين ڪو سڀ
ڪجهه ڇڏي مٺ ڪري ويهي رهي ته ائين نه ڄاڻبو
هو سڌ پرش ٿي ويو. تون ڏسين ويٺو ته هر ڪو
ماڻهو ڪوئي نه ڪوئي ڪرم ته ڪري ٿي پيو ٿو.
سندس سڀاو ئي کيس ڪجهه نه ڪجهه ڪرائي ٿو.
سرشٽيءَ جي اهڙي نيم هولدي به جو منش هٿ
پير ٻڌي ويٺو رهي ٿو ۽ من ۾ اليڪ قسمن جا
گهاٽ پيو گهڙي سو مورکن جي قطار ۾ ليکيو وڃي
ٿو ۽ مٿياچاري پڻ سڏجڻ ۾ اچي ٿو. انهيءَ کان الٽ

وڏيڪ ڇڱو نہ آهي ڇا تہ اندرين کي وس ۾ رکي،
راڳ ديش ڇڏي، هٺ پڇاڙ بنا، آسڪتي بنا يعني
نشڪام ٿي هوُ هٿ پير هلائي ڪجهہ ڪرم ڪري
۽ ڪرم يوڳ انوسار هلي؟ اندرين کي وس ۾ رکي
تون پنهنجا نيت ڪرم، يعني تنهنجي ڀاڱي ۾ آيل
شيوا ڪاريہ ڪندو رهہ. آلسيءَ جيان ويهي رهڻ
کان ائين ڪرڻ بهتر آهي، ڇو تہ سست ٿي ويهي
رهڻ واري جو سرير آخر ٻڍهي پوي ٿو. پر ڪرم
ڪندي ايترو ياد رکڻ گهرجي تہ يگيہ ڪاريہ کان
سواءِ ٻيا سڀ ڪرم لوڪن کي بندن ۾ ٿا رکن.
يگيہ يعني پنهنجي لاءِ نہ، بلڪ ٻين جي لاءِ،
پروپڪار خاطر ڪيل پورهيو؛ يعني، ٻوري ۾، شيوا.
۽ جتي شيوا جي لاءِ ئي شيوا ڪئي ٿي وڃي، اتي
آسڪتي يا راڳ ديش نہ ٿا ٿين. اهڙو ئي يگيہ،
اهڙي ئي شيوا، تون ڪندو رهہ.

برهما جيءَ جڳت پيدا ڪيو ۽ ان سان گڏ ئي
يگيہ پڻ پيدا ڪيو. ڄڻ تہ اسان جي ڪنن ۾ هن
هيءُ منتر ڦوڪيو:- ”پرٿويءَ تي وڃو. وڃي
هڪ ٻئي جي شيوا ڪريو ۽ وڌو ويجهو. سڀني
جيون کي ديوتا روپ سمجهو. انهن ديوتائن جي
شيوا ڪري توهين کين پرسن رکو، اهي توهان کي
پرسن رکندا. پرسن ٿيل ديوتائون توهان کي ري طلب ئي
سڀ گهربا ڦل ڏيندا.“

جيڪو ماڻهو برهم گياني ٿي ڪري ٻ
ڪري سو هن جنم ۾ فقط پاڻ کي فائدو پهچائي
ٿو جيڪو ماڻهو نشڪام ڪرم ڪري ٿو يعني
ماڻهن جي شيوا ڪري ٿو، سو گهڻن ماڻهن
فائدو پهچائي سگهي ٿو. پر جيترو ٽيڪ اهو سن
يا يوگين وانگر يوگ يا تپ نه ٿو ڪري تڏ
ڀڳوان کي وڌيڪ پيارو ٿيندو آهي، ۽ هن جڳت
هن جو ناماچار وڌيڪ ٿيندو آهي، جهڙيءَ
راجا جنڪ، گرو نانڪ صاحب ۽ ٻيا
ڀڳت ڪبير ۽ سنڌ ۾ پائي وسڻ روهڙيءَ و
ٿي گذريا آهن.

انهن سڀني برهم گياني ٿي عام لوڪن جي
ڪئي ۽ عام لوڪن جي سڌرڻ جو اپاءُ ڪيو.
ته دنيا ۾ گهڻيئي يوگي ۽ سنياسي ٿيا آهن ۽
ٻه آهن، جن جهنگلن ۽ غفائن ۾ ويهي يوگ
آهي ۽ موڪش پراپت ڪيو اٿن، پر انهن جو
جڳت ۾ گهڻو ڪري نالو به ٻڌڻ ۾ ڪونه ٿو ا
تنهن ڪري عام ماڻهن جي ڪنهن به قل جي
ڪان سواءِ شيوا ڪرڻ وارا اهڙن جوڳين ۽ تپس
ڪان ضرور مٿيرو ئي ٿيا.

ماڻهو جيڪڏهن سمجهي ته مون ۾ اهتري شڪ
نه آهي جو ڀڳوان جي ڀڳتي ڪري سگهان ۽ مو
جي خواهش به هجيس ته ان کي نشڪام ڪرم ڪ

ڪرڻ، يعني سيني جي دل سان شيوا ڪندو
رهي، ته اهو ضرور موڪش کي پراپت ڪندو.

هڪڙي هئي ونشيا، جنهن جو گهر شهر ۾ انهيءَ
رستي تي هو، جتان ماڻهن جا مُڙدا مساڻن ڏانهن
لنگهائيندا هوا. جنهن وقت ڪو مُڙدو هن جي
گهر وٽان لنگهيندو هو، تڏهن هوءَ پنهنجي ٻانهيءَ
کي چوندي هئي: ”ڏس ته هيءُ ماڻهو سرگ ويو،
ڪين نرڪ ويو؟“

ٻانهي هيٺ وڃي سڀ وارن سان گڏبي هئي.
ٿوري وقت کان پوءِ موٽي اچي انهيءَ ونشيا کي
ٻڌائيندي هئي ته هيءُ نرڪ ويو، هو سرگ ويو.
ڪنهن لڳا انهيءَ ونشيا وٽ هڪڙو ماڻهو ويٺو
هو، تنهن پڇيس ته ”تنهنجي ٻانهيءَ کي ڪا ها خبر
ڪيئن ٿي پوي ته فلاڻو ماڻهو نرڪ ويو يا سرگ ويو؟“
ونشيا جواب ڏنس ته ”جيڪو ماڻهو چڱا ڪم
ڪندو آهي تنهن جي واسطي سڀ وارا روئندا به ويندا
آهن ۽ هن جا گڻ به ڳائيندا ويندا آهن. پر جيڪڏهن
انهيءَ پنهنجي حياتيءَ ۾ ڀڇڙا ڪم ڪيا هوندا آهن
ته پوءِ انهيءَ جي اهي سڀ وارا گلا ڪندا ويندا آهن.
تنهن مان پرسڌ پيندو آهي ته جنهن جي هتي نيڪي
آهي، اهو ضرور سرگ ويو هوندو. ۽ جنهن جي
هتي گلا آهي، اهو ضرور نرڪ ويو هوندو.“

انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته نشڪام ڪ
ڪرڻ واري جو هتي به ناماچار ٿئي ٿو، ۽ پرلو
۾ به هو پدوي پائي ٿو.
”ليڪي هووي ليک ڪي، بدي ٻري ڪي هو
جس ڪي نندا جڳت ۾، گنهگار ٻي سوءِ!“
سائينجن جي جو اِها آگيا هوندي هئي ته ٻيڪ
ڪير نه بدلائي، تنهن ڪري شِشن کي پنهنج
ڪار ڪرت ۽ ڌنڌي ۾ گيان درشٽيءَ سان وهن
ڪرڻ ۾ وڏيڪ سولائي ٿي ٿي.

---

## پاٺ تيرهون

سائينجن جو اپديش: آتما ڇا ۽ پرماتما ڇا؟

سائينجن جي سکيا اِها هئي ته ”ايشور اکين ک
به ويجهو آهي، ۽ ان کي پائڻ لاءِ مَنو ڳالهايو ۽ ل
ياءُ ڪيو ۽ جيترو ٻئي سگهيو اوترو ٻين جي تر
من ۽ تن سان سيوا ڪريو.“ جيئن ڪنهن سند
چيو آهي: ”ميٺا ٻولڻ، نيهن چلاوڻ، هٿون ٻ
ڪجهه ڏي، رب تنان ٻغلڙي، ٻاهر ڪيا ڍ وندين؟
سائينجن جوتي جوت سمائڻ کان اڳ ٻويان لفظ
اهي چيا، ”نياز مُور نه ڇڏجو“. ڪئڙي نه وڻندڙ
عجيب، پر ڏکي سکيا.

بيشڪ نياز اوچائيءَ جي نشاني آهي. جنهن و
۾ ميوو هوندو آهي، سو ضرور نميل هوندو آهي

وڏا وڏا سنت ۽ فقير پاڻ کي نيچ سمجهي، پنهنجي
ستگورو جي شيوا ڪري نرواڻ جا نعرا وڄائي ويا.
خود گرو نانڪ صاحب پڻ، جو هڪڙي قسم جو
اوتار هو ۽ هن جڳت ۾ اهڙي وقت موڪليو ويو هو،
جڏهن مسلمان هندستان ۾ ڏاڍو زور ٿي ويا هوا
۽ هندن کي تمام گهڻو ٿي ستايائون، تنهن پاڻ کي
سڀني غريب سڏايو آهي ۽ پرماتما ديو کي وڏيءَ
نمرتا سان هڪ شبد ۾ چيو آهي ته:-

”هي ڀڳوان! اسين ميرا آهيون، گندا آهيون،
تون اسان کي اوجل ڪرين ٿو. اسان ۾ ڳڻ ڪوئي
ڪونهي، تنهن هوندي به تون اسان تي ڪرپا ڪري
جيڪي اسان کي گهرجي ٿو، سو اسان کي ڏين ٿو.
هي ڀڳوان! اسين بلڪل مورک آهيون ۽ تون بلڪل
چتر، سياڻو آهين، سڀني ڳالهين جي ڄاڻڻ وارو
آهين. هي ماڌو! اسين ٻهڙا ۽ تون اهڙو آهين،
جو اسين پاپ ڪريون ۽ تون اسان جا پاپ ٿي
ڪٽي ڇڏين. تو جهڙو اوچو ٺاڪر ٻيو ڪو نه ڏٺوسين.

”هي ڀڳوان! هيءَ سڀ سرشٽي تو اُپائي آهي
۽ اُپائي ڪري، سڀني جيون کي پراڻ ڏنئي، اها
پاڻ ۾ استٿت ڪئي آهي. اسين بلڪل اوڳڻ وارا
آهيون ۽ اسان ۾ ڪوئي به ڳڻ ڪونهي. تنهن ڪري،
هي ڀڳوان! اسين توکان حڪي ڪجهه نه ٿا گهري
سگهون، تون پنهنجي ڪرپا ڪري دان ڏيندو

رهه. تون سدائين اسان سان ڀلائي ڀيو ڪرڻ
اسين ڪرت گهڻ تي، تنهنجون ڀلايون ڪوٺ ا
مڃون. لنهن هولدي بہ تون اسان تي هميشه دي
آهين.“

”هي ڀڳوان! تون سدائين اسان کي سکن ڏ
وارو، سڀني سرشٽيءَ جو پتا آهين، تون اسان سڀن
ٻارن جي سنڀال ڪرڻ تو. هي ڀڳوان! تو منجها
اسين پيدا ٿيا آهيون، ؟ تون راج اٽل راجا آهين
توکان کي بہ جيو جنس ڳجها نہ آهن. (گورو نانڪ
صاحب تو چوي ٿہ) هي ڀڳوان! اسان جا اڄهو اه
حال آهن. ڪرپا ڪري سنتن جي صدقي اسانج
هٿ رک.“

”هم ميلي، تم اوجل ڪرتي، هم نرگن تون داتا
هم مورک، تم چتر سياڻي، تون سرب ڪلا کا گيا
ماڌو! هم انسي، تم انسا
هم پاپي، تم پاپ کنڊن، نيڪو ٺاڪر ديسا
تم سب ساجي، ساج نوا جي، جيو پنڊ دي پرا
نرگنيارئي، گڻ نهين ڪوئي، تم دان ديهه مهروانا
تم کرو ڀلا، هم ڀلو نہ جاني، تم سدا سدا دياا
تم سکدائي پرک وڌاتي، تم راکو اپني بالا
تم ندان، اٽل سلطان، جيءَ، جنت سڀ جاچي
کهه نانڪ، هم ايهي حوالا، راک سنتن کي پاچي
(آسادي وار

هڪ دفعي گيان گوشٽ ڪندي، ڪنهن سنگتيءَ
سوال ڪيو: ”سائين، خبر ڏيو ته آتما ڇا ۽ پرماتما
ڇا آهي؟ ۽ من کي شانتي ڪيئن ايندي آهي؟“

تڏهين فرمايائون ته سمنڊ ۾ ننڍا ننڍا يعني پاڻيءَ
جا ڦڙا ٿيندا آهن، جي هوا جا پرزا پاڻيءَ جي
مٿين تهه جي اندر اچي ٿهن ٿا، جهڙيءَ طرح ڪي
ٻار ڪنهن ٽڪريءَ ۾ صابڻ جي گج وجهي، جنهن ۾
ٻڙ پاڻي ٿيندو آهي، ڦوڪ ڏيندا آهن ته انهيءَ
ٽڪريءَ منجهان ڦوٽا وڏا ۽ ننڍا نڪري اڏامي ويندا
آهن ۽ ٿوري وقت کان پوءِ ڦاٽي پوندا آهن. اهي
ننڍا ننڍا پاڻيءَ ۽ هوا جي جزن منجهان ٺهيا ۽ وري
جلد ئي هوا جي نڪري وڃڻ ڪري ڦسي پون ٿا.
پاڻي پاڻيءَ سان ۽ هوا هوا سان ملي وڃي ٿي.
اِئين نه ضرور چئي نه سگهبو ته اهي ڦوٽا سمنڊي
آهن يا هوائي آهن، پر ائين ضرور چئي سگهبو ته
انهيءَ سمنڊ جو جزو انهن ۾ آهي ۽ اهو هوا سان
گڏجي ٻڌجي بيهي ٿو.

سڀني کي خبر آهي ته سمنڊ تمام وڏو آهي،
ٻي الڪ آهي، تمام اونهو آهي ۽ سندس ٻي ٻر ڪهڙي
آهي ٿنهنجي خبر ڪنهن کي ڪا نه آهي. پر ڦوٽا
تمام ننڍڙا ٿين ٿا ۽ سڄائي تمام چڱيءَ طرح ڏسڻ ۾
اچن ٿا. ۽ پنهنجي ڏسندي ڏسندي ڪيئي ٽوان

۽ اُهيءَ اوچي ڌرم ڏانهن نه ڏوڙجي، جو نه پنهنجي
ڌرم ڇڏي پرائي ڌرم ۾ وڃڻ سراسر نقصانڪار آهي
"پرايا ڌرم جو سرشت ڀئه، ٻئي ڪا داتا سوءِ،
اپني اپني ڌرم ۾ سيکوُن ڪي گت هوءِ."
ڪو ماڻهو جو اَن جو واپار ڪندو هجي ۽ اُنهيءَ
۾ هوشيار ٿي ويو هجي، سو ٻئي ڪنهن کي ڏ
ته هوُ ڪپڙي جي واپار ۾ گهڻو ٿو ڪمائي ۽ وڌ
سگهي ٿو نظر اچي، پر جي اهو ان جو واپاري پ
جو واپار ڇڏي، جنهن ۾ هو هوشيار ٿي ويو آهي
۽ ڪپڙي جي واپار ڏانهن رخ رکي، ته ضرور
کي گهڻي تڪليف ۽ نقصان پيش ايندا. ڇاڪاڻ
ڪپڙي جي واپار هلائڻ جي، هن کي سُڌ ئي ڪانه
۽ اهو قدرتي سڀاءُ آهي ته جنهن ڌنڌي يا و
جي ماڻهوءَ کي خبر نه هجي، پر اهو ماڻهو
ڪيترو به هوشيار هجي، ته ضرور اُنهيءَ ڌنڌ
هلائڻ ۾ گهٽ ۾ ڪيترا ڏينهن تڪليف
مونجهارو نظر ايندو. ۽ سڀ ڪو چوندو ته
ڪان بهتر آهي جو هو پنهنجي اَن جي واپار ۾ ئي رهي
اهڙيءَ طرح جيڪو ماڻهو جنهن ڌرم ۾
آهي ۽ اُنهيءَ ڌرم جي پيروي ڪندو رهندو
سو جيڪڏهن ٻئي ڌرم کي پنهنجي ڌرم کان
سمجهي، پنهنجو ڌرم ڇڏي، ان ڏي ڏوڙ
ضرور ان جي اهڙي گت ٿيندي جهڙي اَن وا

واڳاريءَ جي. تنهن ڪري هندن واسطي هندو ڌرم
لئي اُتم آهي ۽ مسلمانن لاءِ مسلماني دين ئي چڱو
آهي. ٻئي هڪ جهڙا رستا ڀڳوان کي پائڻ جا
ڏيکارين ٿا.

سو جيڪڏهن ماڻهو جنهن ڌرم ۾ ڄائو آهي، ان
کي گهرجي ته پنهنجي ڌرم جي قاعدن موجب
ڀڳوان کي پائڻ جي ڪوشش ڪري. هندن ۽ مسلمانن
۾، خاص ڪري سنڌ ۾ صوفي فرقي تي گهڻا هليا
آهن ۽ ٻنهي هڪ ريت سان ئي ڀڳوان جي ڀڳتي
ڪئي آهي ۽ ڀڳوان کي پاتو به آهي. نه ڪنهن
مسلمان فقير کي هندو ٿيڻ جي ضرورت ٿي آهي
۽ نه هندو سنت کي مسلمان ٿيڻ جي ضرورت
لڳي آهي.

سري ڪرشن ڀڳوان گيتا ۾ چيو آهي ته ماڻهن
جي ديهه ڪرمن کان سواءِ هلي نه ٿي سگهي.
جهڙيءَ طرح کائڻ، پيئڻ، اکين، ڪنن، وات، هٿن
۽ پيرن سان الهيءَ ديهه کي نروگ رکڻ لاءِ ضرور
ڪم ڪرڻا پوندا. پوءِ ماڻهوءَ کي، جيڪي ڪرم
اهڙا آهن جن کان سواءِ هن جي ديهه رهي نه ٿي
سگهي، سي ڪرڻ ٿي گهرجن. باقي اندرين جا
وشيه ڀوڳ جن کان سواءِ سرير تمام چڱيءَ طرح هلي
ٿو سگهي، ۽ جن ۾ مَن وجهڻ سان ڀڳوان جي ياسي



ڪان خيال بگڙي ويندو، اهڙن ڪمن کي ڪيا گهرجي ۽ اهڙا ڪم بلڪل نه ڪرڻ گهرجن.

پنهنجو من پڳوان جي گيان پرائڻ ۾ ست سنگ ۽ ستگورن دواران لڳائڻ گهرجي. پوءِ جڏهن پورڻ گيان پراپت ٿي ويندو تڏهن پلي ڪرم ۽ سڀ تياڳي ڇڏي، ڇاڪاڻ نه گيان پراپت ٿيڻ ڪان پوءِ هن جو من سدائين پڳوان جي ڀڳتي ۾ لڳل رهندو ۽ پوءِ هن کي اندر ڪري اهي فرق ڏسڻ ۾ نه ايندا، جيتوڻيڪ ظاهري ضرور انهيءَ پنهنجي ڌرم ۾ رهڻو آهي، جيسيتائين هيءَ سرير آهي. سائين ولايت راءِ جن پاڻ انهيءَ اوستا کي پهتا هئا جو هيٺين سندن چيل شبد مان ظاهر آهي.

بهاري هڻ سدا دل ۾ اصل بي نام ذاتي هون،
پڇالون آپ ڪون آپي احد سبحان آپي هون.

١- نه مَن هندو، نه مَن مسلم،
نه مَن قاضي قضا ڪا هون،
نه مَن من ٻون، نه مَن دل هون،
نه مَن دانش عقولي هون.

٢- نه مَن جوگي بيراڳي هون،
نه مَن يوگي بکياري هون،
بدائي عشق کي بازر بهر رنگ روپ مايا هون،

٣- نه مَن ذڪري، نه فڪري هون،
نه مَن گويا لساني هون،

نه مون ظاهر، نه مخفي هون،
سري سر تاج شاهي هون.
۴- نه مون معشوق، نه عاشق هون،
نه عشق خود عين الحق هون،
آهي سڀ رنگ لاتا هون،
آپس ڪون آپ پاتا هون.
۵- نه مون جيوت، نه مرتا هون،
نيارا نور رهتا هون،
ڀر جائي مڪاني هون، ڀر سوئي منور هون.

سائينجن جو چوڻ هو ته جيئن سريرَ جا سڀ عضوا ڪارائتا آهن، پر هرهڪ جو ڪم الڳ الڳ آهي، تيئن هن دنيا ۾ جدا جدا فرقا پنهنجي پنهنجي سر ڪارائتا آهن ۽ هڪ سچيءَ راهه جا طالبو آهن، پر هر ڪنهن جون رِيتيون رسمون جدا جدا آهن، ۽ انهن کي ڇيڙڻ مان ڪو نه فائدو نه ٿيندو، هيڪاري اجائي ڇڪتاڻ ٿيندي. وهندڙ پاڻيءَ کي اڙ ڏيڻ معنيٰ ٻوڏ جو باعث ٿيڻ.

هونءَ هندو مسلمان کي سائينجن هڪ ڪري سمجهندا هوا. چوندا هوا ته گيان درشٽيءَ سان سروئي برهم آهي، ڀيد ڪواهي، سڀ سمان آهن، پر نه ته پنهنجن شش کي چوندا هوا ته وهنوار درشٽيءَ ۾ ڪريا جو ڀيد رکيل آهي، سو سڀ کي قائم رکڻ گهرجي. چوندا هوا ته دل جي حالت ڪهڙي نه

هجي، پر پرڪرتيءَ جي قاعدن ٽوڙڻ لاءِ هرو
پنهنجا اجايا سڄايا خيال ظاهر نه ڪجن، يعني لي
النگهن نه ڪرڻ گهرجي.

مثال ونوهڪ ذاتفان جو. ان ڪي پت
ڪري ٽو ڪوني، پتار استري ڪري ٽو ڪرلي
پيءُ ڌيءُ ڪري ٽو سمجهي، ياءُ ڀيڻ ڪري
سمجهي، سهرو لنهن ڪري ٽو ليکي، ڏير ياجا
ڪري ٽو سمجهي، مامو ڀاڻيجي ڪري ٽو سمج
۽ اهڙيءَ طرح ٻيا به سندس مت مائٽ پنهن
پنهنجي مائٽيءَ انوسار ڪيس ڏار ڏار نالا ڏ
ٿا. آهي نه هڪڙي ئي زال، پر سڀ ڪنهن
پنهنجي پنهنجي نظر موجب ڏار ڏار ڪمن وار
ڏسڻ ۾ اچي ٿي. جهڙيءَ طرح هوءَ پت ڪي
جو ڪم ڏيندي، پتار ڪي استريءَ جو ڪم ڏيندي
پيءُ ڪي ڌيءَ جو ڪم ڏيندي ۽ ٻين سڀني مائ
ڪي پنهنجي پنهنجي مائٽيءَ موافق ڪمائتي ٿيندي
تهڙيءَ طرح برهم گيانيءَ ڪي گهرجي ته جيستا
سر بر ٿهيا ٻيٺا آهن، تيستائين هر ڪنهن ڪان پنهن
پنهنجي رشتي آهر پنهنجي ڪم جي اميد رکي
ڪم وٺي.

ڪنهن چيو آهي: "گهر سي ٻاهر جب هو
خلقت تماشائي هئي"، جنهن جو مطلب آهي
جيڪڏهن ڪو به ماڻهو پنهنجي گهر ڪان ٻاهر

لو، يا پنهنجي ڪٽنب کي ڇڏي ٿو، يا پنهنجي
مذهب جي قاعدن کي ڌڪاري پنهنجي مٿي تي
هلڻ چاهي ٿو ته اهو ماڻهو سڄي ملڪ ۾ ڌڪو ٿئي
لوڪ ۾ پوءِ ماڻهو هن تي کلون ڪن ٿا.

ڪيترا اهڙا چڱا تعليم پرايل، کليل مغز وارا ۽
عقل وارا ماڻهو آهن، جيڪي اڄ ڪالهه جي سائنس
پڙهي ۽ ملڪ جو حال ڏسي، برهمڻن ۽ سادن کي
دل ڪري کين مڃيندا آهن. ۽ وقت تي ائين
نه سمجهندا آهن ته اهي سڀيئي اسان جا نوڪر آهن،
ايشور جي لاءِ ٿا ڪم ڪن. تنهن هوندي به جڏهن
انهن وٽ ڪو اهڙو ڪريا ڪرم يا اُتسو ٿيندو
آهي ته اهي ”ديسا چال، ڪُلا ڌرم“ سان هلڻ
واسطي انهن برهمڻن ۽ سادن کي پاڻ پيرين پوندا
آهن، هنن جا پير ڌوئيندا آهن ۽ رسمن آهر هنن
جو آدر ڪندا آهن، جنهن جي ڪري هو تمام چڱا
ماڻهو ڳڻيا ويندا آهن ۽ ٻيا عام لوڪ هنن وانگر
هلڻ پسند ڪندا آهن ۽ قبول ڪندا آهن. جڏهن
خود سري رامچندر ۽ سري ڪرشن مهراج پنهنجي
وڏن آشرم ۾ رهي ايتري اوسار وهنوار ڪيو، تڏهن
اسان کي ڇو ڪين ڪرڻ گهرجي؟ ٻر هرو ڀرو ائين
لڪڻ جو ورونڌ ۽ ڇڪتاڻ ٿئي، ٻر انهيءَ لهوني
۾ جيئن ڪنهن کي لڪا نه پوي.

الهيءَ ڪري جيڪي به سندن شش ٿيا تن ٻيڪ نه بدلايو ۽ نه وري ورن آشرم ليا ڳيو. جو گرهستي هو، سو گرهستي رهيو، ڪاهورا پنهنجي نوڪريءَ ۾، واپاري پنهنجي وڻج ۾، برهمڻ پنهنجي برهمڻڪي ڪريا ۾، جاجڪ پنهنجي جاجڪيءَ ۾، ٺڪاٺيدار پنهنجي ٺڪاٺي جي ڪم ۾، ۽ استريون گهرن پنهنجي رواجي ڪم ڪي لڳيون رهيون. ايترو سو ٿيو جو اهي سڀيئي سندن شش، مرد چاهي استريون پنهنجي پنهنجي ڌرم ۾ وڌيڪ نشچي وارا ٿي، پنهنجا پنهنجا ڪرم وڌيڪ سچائيءَ ۽ سنائيءَ سان ڪندا رهيا، ۽ ستگورن ۽ رام جي ناءُ ۾ چت به لڳائيندا رهيا.

سائينجن ڪليو ڪلايو چوندا هوا ته سڀ ۾ روپ الهيءَ الک اپناسيءَ جو آهي، سو گيان واريءَ نظر سان پلي سيڪو ڏسي ڪي پنهنجي آتما ڪري جاڻي، پر ڪريا جو ڀيد ضرور رکي.

”پورن برهم وچار ٿي تو سگل آتما ايڪ،
ڪايا ڪا گڻ ديکيئي تو نانا ورن اليڪ.“

# پاٺ پندرهون

## سڀ ڪنهن لاءِ ستگوروءَ جي ضرورت

هڪ دفعي سائينجن ڳيريلي ۾ هوا ۽ ڪٿا ٻي هلي جٿي ڪٿا مان پرسنگ لڳو:

"صاحب سدا جو ڏيکيئي،
سو ڪس ٻڌِ لکيا نه جاءِ."

جيوت سنگهه سائينجن کي ارٿ ڪرڻ جي وينتي ڪئي. سائينجن مهراج شوداس کي ارٿ ڪرڻ لاءِ آگيا ڪئي، جنهن ارٿ ڪيو: "پرماتما ڪنهن ريت به لکيو يعني ڀاتو نه ٿو وڃي."

انهيءَ تي جيوت سنگهه عرض ڪيو ته "سائين! جي پرماتما ڪنهن ريت لکيو نه ٿو وڃي، تڏهن ماڻهو ائين سمجهن ته پرماتما سان ملڻ جي اميد رکڻ اجائي آهي؟"

سائينجن جو ڀاڻ جائيءَ جو جمال ماڻي چڪا هوا، تن چيو: "بابا، انهيءَ جو ارٿ هيءَ آهي ته پرماتما جو آهي، سو ڇو ڪين لکيو ويندو؟ سو ڪس ٻڌِ لکيا نه جاءِ؟ يعني ضرور لکيو ويندو."

اهو ٻڌي جيوت سنگهه ۽ ٻيءَ سنگت جا سنسا ڏور ٿيا.

ڪنهن دفعي اچي ٻڌت ٿيو ته ڪنهن کي ٻ

ستگورو ڪرڻ جو ضرور ڪهڙو آهي؟ سائين
چيو: "پٽ وا! ڪنهن ماڻهوءَ کي چئجي ته بابا،
جي ٻونگر ڪٽي اچ. هو ڪڙر نه سڃاڻندو آهي
ٻونگر جي خبر ڪانه اٿس. لنگهي پيو وڃي،
ٻونگر ٿو ڳولهي سگهي. ليڪن ڪنهن واٽهڙوءَ
کان پڇي، 'ادا، ٻونگر ڪهڙي آهي؟' جڏهن
ڪيس ٻونگر ڏيکاري ٿو تڏهن هو رڙ ڪري
چوي، 'اڙي! اها ٻونگر ته مون هزار دفعا ڏٺي
هئي، پر سڃاتم نه پئي.' اهڙيءَ طرح ستگورو پنهنجي
شش کي اڳيئي پراپت ٿيل وستو ڏيکاري ٿو.
ڏسي شش چوي ٿو: "مار! ڏٺو ته گهڻا دفعا هو،
پر خبر هاڻ پيئي."

هو چوندا هوا ته ڪن حالتن ۾ انهن ٿيندو آ
جو ڪن بنا گوروءَ وارن جي رهت ڪن گورو
وارن جهڙي ٿيندي آهي. ڪم برابر رهت
آهي، پر گوروءَ کان سواءِ رهڻي رهڻ البت مشڪل
آهي. دل ۾ گهڻيئي ڀيا شڪ شبوهه جاڳن، لن
ارزت ڪرڻ وارو ضرور ڪو ڪامل مرشد هجي
ٻيڙيءَ ۾ چڙهي پار اڪرڻ جي خواهش دل
گهڻي ئي هجي، پر ڪو ڪامل ملاح به ساڻ
گهرجي، جو توڪيل نديءَ جي پار پهچائي.
وري هڪ دفعي ساڳيءَ وشيه تي ڳالهائيندي
پڇيائون: "ارهان ڪڏهن مرتي ڏٺا آهن؟"

شش جواب ڏنو: ”هائو.“

سائينجن چيو: ”موتي ڪوڙا به ٿيندا آهن ۽ سچا به.“

سيٺ چيو: ”برابر، سائين!“

سائينجن چيو: ”توهان مان گهڻا آهن جيڪي ڪنهن به طرح چئي سگهن ته موتي ڪوڙا آهن يا سچا؟“

ڪنهن به هام ڪانه هڻي.

سائينجن سمجهايو: ”بابا، موتين جي پرک ڪن صراف. سيٺ ڪو ته صراف ڪونهي. پر جيڪڏهن هڪ دفعو توهان کي صراف سيکاري ته موتي ڪيئن پرکجن ته جيڪر سکي وڃو، ڪين نه؟“

سيٺ چيو: ”ضرور.“

سائينجن چيو، ”هن دنيا ۾ سچي موتيءَ کي پرکڻ لاءِ سچن صرافن جي ضرورت آهي. هن مٽيا مان هڪ اڻ لڀ موتيءَ کي ڳولهڻ لاءِ سچن گورن جي گهرج آهي، جي اين ٻي سمجهه، پر سچ پچ سمجهڻ جي منشا رکندڙن کي رستو ڏيکارين. گوروءَ سان گت ٿي ٿئي. گورو اڳانگي رستي ۽ ڪٺن راهه ۾ سچو سولهو آهي، سچو رهنما آهي، جنهن جي پٺ وٺڻ سان رستي جون سڀ تڪليفون دور ٿيون ٿين ۽ سڀ مشڪلاتون حل ٿي ٿيون وڃن. گرو نانڪ صاحب به پنهنجي باڻيءَ ۾ چيو آهي:-

”جي سؤ چنڊا اڀرهين، سورج چڙهئين هزار،
ايتي چانڊاڻ هوندئيان، گرو بن گهور اندار؛
ٻلهاري گرو آپڻي، ڏيو هاڙي صد وار،
جن مانش تي ديوتا، ڪيئي ڪرت نه لاڳي وار.“

هڪڙو مهاتما پرش دتاتري، نالي سان ٿيو آهي
جنهن چوويهه گرو ڪيا هوا. يعني جنهن جن
وٽان هن کي ڪا نئين سکيا ملندي هئي انهيءَ
هو نئون گرو ڪري سمجهندو هو. سندس ٻي
ڀاڳوت جي يارهين سڪند ۾ آيو آهي. ان کي نَ
۾ ڀڳوان جو ترموڙتي اوتار ڪري پوڄيندا آهن
ڏسڻ ۾ ايندو ته هن جن کي پنهنجو گرو ڪري
مڃيو آهي، تن ۾ جيڪي گڻ هوا، سي پاڻ اختيار
ڪيا اٿس. باقي هنن جي اوگڻن ڏي نظر به ڪا
ڪئي اٿس.

گيتا ۾ ڀڳوان ارجن کي چيو آهي ته جنهن کي
مون سان ملڻ جي خواهش هجي سو ڪنهن

”بري ڪرم کي لنڊ نه ڪري،
ست ڪرم من اپني ڌري؛
ڦل تن ڪا ڪڇهه باڇي ناهي؛
ڪرم ڪري ارپي ايشور ماهي!“

حقيقت ڪري ته سڀ ڪنهن ماڻهوءَ کي جنهن
جي وقت کان وٺي گروءَ جي ضرورت آهي.

[illegible] ۽ گورو ماتا، پتا ۽ ٻيا گھر ڀاتر ۽ ٻيئرون،
[illegible]ي وڏا آهن، سڀ هن کي اُلندي وهندي
[illegible] ۾ سنئين ريت هلڻ جي سکيا ڏين ٿا.
[illegible] وقت کان پوءِ جڏهن هو پنهنجي سانڀر ۾
اچي ٿو، تنهن کان پوءِ وري ڪيس پنهنجا وڏا جن
سان هو ڪم ڪرڻ لڳي ٿو، يا جي ڪنهن پاٺشالا
۾ سکڻ وڃي ٿو ته اتي جا ماستر ان جا گورو بڻجن
ٿا ۽ هن کي نئين قسم جي سکيا ڏين ٿا، جنهن
جي زور تي هو ڪنهن وقت تي سوتنتر ٿي پنهنجو
پاڻ کي پالي سگھي ۽ ٻيا وهنوار جا ڪم چڱيءَ
طرح هلائي سگھي. پوءِ جيڪڏهن هن کي ڪو
اهڙو سنگ ملي ٿو جنهن ۾ هن جو خيال ڀڳوان
ڏانهن لڳي ٿو ته پوءِ وري هن کي نئين گوروءَ ڪرڻ
جو ضرور پوي ٿو جو وري هن کي اهو نئون رستو
ڏيکاري.

ماڻهو پيدا ٿيڻ کان وٺي سڀ ڪنهن ريت،
رسم، سمجھ، وديا ۽ گيان لاءِ انهن تي محتاج رهي
ٿو، جن اهي ڪم اڳي ڪيا آهن ۽ جن کي انهن
ڪمن جي پوري پوري خبر آهي. جهڙيءَ طرح
هڪڙي شهر کان ٻئي شهر ڏي رستو ٺهيل هجي،
پر اهيءَ رستي تي ڪي ڀوائتا هنڌ هجن، جهڙيءَ
طرح کڏون کوها، جانور، وغيره. پوءِ اهيءَ رستي
سان جيڪڏهن نئون ڪو ماڻهو وڃڻ لاءِ تيار ٿئي،

خاص ڪري رات جي وقت ۾، ۽ ٻيو جيڪڏهن
هو ڪنهن ٻه ماڻهوءَ کان جيڪي انهيءَ رستي
ايندڙ ويندڙ آهن، تن جي پڇڻ کان سواءِ ويندو
ضرور هن کي مها ڪشالو ڀوڳيندو. ٻيو جيڪڏهن
رستي جي لانگهائو ماڻهن کان پڇي ويندو ته ان
خبر پوندي ته ڪهڙيءَ طرح وڃجي، ڪهڙي
خبرداري ڪجي ۽ ڪيئن پار پئجي. انهين ڪري
سان هو پنهنجو رستو چڱيءَ طرح طئي ڪري ويندو
۽ وڃي پنهنجي ماڳ تي چڱيءَ طرح پهچندو. اهي
سڀيئي ماڻهو جيڪي هن پانڌيڙي کي پورو ڏس
پتو ڏين ٿا، سي انهيءَ جا هڪ قسم جا گورو آهن

جڏهن ايتري ٿوري پند ڪرڻ لاءِ به راه ٻتائيندڙ
يعني گوروءَ جي ضرورت پوي ٿي، تڏهن هيءَ
وڏو سختيءَ جو پند آهي ۽ جنهن جي وچ ۾ ڪام
ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار وڏا دوکي باز ۽ ڌاڙيل
آهن، انهيءَ رستي تان سهي سلامت لنگهڻ لاءِ
ڪهڙو نه وڏو ۽ زبردست گورو گهرجي. اهو
گوروءَ کي ستگورو ڪوٺيو ويو آهي، ڇو جو انهيءَ
راهه کي به سڌي راهه ڪري ڪوٺيندا آهن
جنهن تي هلڻ سان هن دنيا جي جنمن کان مڪتي
ٿي وڃجي ٿو.

اهڙيءَ طرح سائينجن وٽ گهڻيون ئي گيان جون
الهيون هلنديون هيون. ڪي خطن رستي لکي

ڪري پنهنجون شڪائتون دور ڪرائيندا هوا.
سائينجن سڀني کي تمام سليس ۽ چٽيءَ طرح مثال
ڏيئي جواب سمجهائيندا هوا. اجائي واد وواد نه
ٿيندي هئي. شش کي به سچ پچ سندن لاءِ ازحد
عزت رهندي هئي. جتي پيار گهڻو هوندو آهي
اُتي عزت به وڌيل هوندي آهي. اهڙا هميشه پنهنجي
پريتم جي آڳيا ۾ رهندا آهن ۽ پاڻ پلي ويندا آهن.
هو هميشه ستگورن ڏي ڌيان ڏيئي ويهندا آهن
ته من ڪو اهڙو اکر انهن جي واتان نڪري جو
اسين لاڀ وٺون.

سائينجن جي شش کي سائينجن لاءِ تمام گهڻو
پريم هو ۽ پريم سان گڏ ادب ۽ لحاظ به گهڻو رکندا
هوا. ڪڏهن ڪڏهن ساڌ وسنگهه پيارا پيارا شش
تمام حجائتو هلندا هوا، پر تڏهن به گستاخيءَ جي
ڳالهه به ڪا نه هوندي هئي. پنهنجي اکين سان
عجيب تجربا ڏسي شش ڇو نه وسهندا؟

---

## پاٺ سورهون

پڇاڙيءَ جو وقت ۽ ديهانت — دربار جو آرنڀ

سائين ولايت راءِ جن کي ورهي سال ١٨٨٧ع ۾
ڀريل ڇڏڻ جو خيال ٿيو. تڏهن پنهنجي سڀني
سنگتين سان مرڪلائڻ جي ويچار کان ٻاهرين ملڪن

۾ دور ڪرڻ لاءِ ويا. آخر سيوهڻ مان ٽورو ٻيها
ٽي، موٽي لاڙڪاڻي ۾ ديوان چاندومل وٽ آيا
ديوان چاندومل کي خبر ڪيائون ته اسان جو وقت
هينئر پورو ٿيو آهي ۽ اسان هينئر وينداسون. ديوان
چاندومل وينتي ڪئي ته ”جي توهان جي الـ
مرضي آهي ته اسان وٽ ئي سمر ڇڏيو.“

سائينجن چيو ته ”نه، اسان جي مرضي آهي
ته قبر ۾ وڃي سمر ڇڏيون. تنهن ڪري ٻوڙ
ڏيو ته اوڏانهن قبر وڃون.“

لاڙڪاڻي ۾ سيٺي پنهنجي وڏن شش ڪـ
موڪلائي ڇڪڙي تي چڙهي قبر ويا. جنهن ڏينهن
سائينجن قبر ۾ پهتا، اهو ڏينهن ١٤ جنوري
۽ سندن عمر ٻاهٺ ورهيه هئي. انت ڪال تائين
سيٺي سان وئي ڳالهايائون ٻولهايائون، ۽ ڪر
تي وينا رهيا.

ٻهاڙيءَ جو سائينجن جيوت سنگهه کي سڏ ڪري
چيو: ”بابا، تياري ڪريو. اسين پيشاب ڪري
اچون ته پوءِ سمر ڇڏينداسين.“

تيار ٿيون ته اگهه ئي ٿيون پيون هيون.

سائينجن ڪرسيءَ تان اٿيا، پيشاب ڪري
۽ پوءِ اچي هيٺ زمين تي سمهي، پرماتما ۾ لو
ٿي ويا. سيٺئي سندن پيارا شش اتي حاضر
جن کان موڪلائي تاريخ ١٥ جنوري ١٨٨٧ع

ڇنين ٻجي اسر جو سائينجن جوتي جوت سمايا. صبح جو عام لوڪن کي خبر پيئي، جي سنک ۽ ناد ڪٽي آيا، جنهن کان پوءِ پوري طرح اگني سنسڪار ٿيو.

سائينجن جي ديهانت جي خبر جڏهن هالن ۾ پيئي تڏهن سندن پٽن پوٽن کي ڏاڍو ارمان ٿيو ته ڪين اهڙي مهاپرش پنا جو پويون درشن نه نصيب ٿيو. سڀ زار زار روئڻ لڳا. شيءِ جو قدر وڃڻ کان پوءِ پوندو آهي.

نارائڻ راءِ وٽني ٿلهي ٿي رنو ته ميهي فقير اچي روئڻ جو سبب پڇيو. ميهو هڪ بروهي مسلمان ناڙيءَ جو وينل هوندو هو. سندي ڳالهائيندو هو. سائينجن جڏهن کان تپدار هوا، تنهن وقت کان وٽي سندن نوڪريءَ ۾ هو. جڏهن سائينجن استيفعا ڏيئي هالن ۾ آيا، تڏهن ميهي سندن چرڻن ۾ رهڻ لاءِ ٻاٽ ۾ استيفعا ڏئي هئي ۽ سندن شيوا سچيءَ دل سان ڪندو هو.

انئي هڪ نوڪر ساڌوءَ کي ٻ سائينجن تپداريءَ کان پوءِ ٻاٽ سان هالن ۾ وٺي آيا هوا. ساڌو ٻائي ديالداس وٽ باغ ۾ ڪم ڪندو هو. ۽ ميهو سائينجن وٽ پيو پلندو هو. جڏهن سائينجن هالا ڇڏي قمبر ويا، تڏهن هو هالن ۾ اوطاق پنيان هڪ لالڙي اڏي، الي ٿي رهي پيو.

مٿس فقير کي جواب مليو تہ ”سائينجن هي
دنيا ڇڏي ويا.“

ان رڙ ڪري وري سوال پڇيو تہ وري ڪي
ساڳيو جواب مليو. ايئن ٽيون دفعو ساڳيو سوا
پڇي بس ٿي ويو. ۽ ان کان پوءِ هو گونگو ٿي پي
سندس زبان هميشہ لاءِ بند ٿي وئي.

ان کان پوءِ ميهو فقير ڇهہ مهينا پنهنجي ڪ
۾ رهيو. ڪوئي ٽڪر آٽي ڏيندو هوس تہ واه
نہ تہ الله جو نالو. تنهن بعد هالا ڇڏي هو ا
نواب قيصر خان جي ملڪ ۾ جو قمبر کان اٽڪل و
ڪوهہ پري آهي، اتي اچي هڪ وڻ هيٺ د
ڄمايائين.

ڪنهن اچي نواب قيصر خان کي ٻڌايو تہ ”سائ
ولايت راءِ جو هڪڙو فقير وڻ هيٺان اچي
آهي، ۽ ڪنهن سان ڳالهائي ٻولهائي نہ ٿو،
پنهنجي مستيءَ ۾ مست آهي.“

نواب قيصر خان پنهنجي پيلين کي وٽس ما
پهچائڻ ۽ هڪ مٽ ڀنگ جو پري رکي اچڻ
حڪم ڏنو. ميهي فقير کي بنا ڳالهائڻ ٻولهائڻ جي
پيٽي مالي ملندي هئي ۽ مٽ مان آبو وٺو پينگ
جو ڍُڪ پي ويندو هو. سال ڏيڍ عمو اتي ٿي رهيو
جنهن کان پوءِ گذاري ويو. مٿو گهڙيءَ لاڻين
سندس واس نہ ڪيو.

سائينءَ جي ڏيهانت کان پوءِ سندن اولاد
جي مرضي هئي ته خاڪ کڻي وڃي هالن ۾ دربار
۾ سماڌ ٺهرائجي. پر جيوت سنگهه جو چوڻ هو ته
جنهن صورت ۾ سائينءَ پوئين وقت هالا ڇڏي،
هالن کي هميشه لاءِ الوداع ڪري اچي قمبر ۾ ڏيرو
ڪيو، ۽ آخر قمبر ۾ ئي سرير ڇڏيو، تنهن صورت
۾ دربار به قمبر ۾ ٺهي.

جڏهن سائينءَ جي اولاد گهڻو زور رکيو تڏهن
جيوت سنگهه چيو: ”بابا، جيئن اوهان جي مرضي.
مان ته سائينءَ جو نوڪر آهيان. مان انهن جي
غلامن جو غلام آهيان. توهان سندن اولاد آهيو،
ته منهنجا سائين آهيو. اوهان کي جيئن مناسب
ڏسڻ ۾ اچي تيئن ڪريو.“

رات جو اهي ڳالهيون ٻولهيون ڪري ڏلو چادر
مان ڍڪي سمهي پيا. ڏلو ڇڳيءَ حفاظت سان
سائينءَ جي پٺن لڳائي رکيو.

صبح ٿيو. ڏسن ته چادر آهي، پر چادر هيٺان
ڏلو ٿهي ٿي نه. پڇائون جيوت سنگهه کان.
جيوت سنگهه، چادر کڻي ڏسي ته ڏلو اتي ئي رکيو هو.

اهو اچرج ڏسي سائينءَ جي اولاد چيو: ”ڏسڻ
۾ ائين ٿو اچي ته سائينءَ جي پاڻ اها مرضي آهي
ته سندن سماڌ قمبر ۾ ٿئي. تنهن ڪري هاڻي جيئن
اوهان جي مرضي هجي، تيئن ڪريو.“

هڪدم سماڌ لهڻ جا سانباها ٿي ويا. سما
جي مٿان قبو اڏايو ويو. الهيءَ قبي جي اڏاو
۽ سائين جيوت سنگهه پاڻ به ڪاريگرن سان گڏ م
ڪم ڪيو. سائين جيوت سنگهه، جيڪو سائين
جي هوندي، سندن جاءِ جي مرامت هلندي، ها
۽ گاري جون لغاريون کڻندو هو، سو خود سائين
جي قبي تي چڙهي امنگ ۽ اتساهه سان
ڪندو! صدق ۽ سرجوشيءَ سان هن قبو اڏا
راس ڪرايو جو اڃا تائين قائم آهي.

دربار صاحب جي چوٽيءَ لاءِ سوني پاڻي
ڪلس واسطي جيوت سنگهه پاڻ امرتسر ويو. ۽
ڏياريءَ لي ڪنهن ڀڳت پنهنجي دوءِ سوءِ ا
ڀڳت وڌي. موٽڻ تي جڏهن اها خبر سا
جيوت سنگهه کي پيئي، تڏهن سمجهائين ته ستگ
جو اهو رايو آهي ته هتي ڀڳت ڀاؤ جو بندوب
رکجي.

الهيءَ کان پوءِ هر سال ڏياريءَ، ٻڙهه ۽ چنڊ
ڀڳت ۽ ڀڄن ڀاؤ جو پربنڌ ڪيائين، جو اڄ ڏين
تائين هلندو ٿو اچي. الهيءَ موقعي تي سڀ شه
سنگت وارا شرڌالو اچي شامل ٿيندا آهن. عاليش
ميلو لڳندو آهي. انهن ڏينهن تي دربار ۾ ع
ڀنڊارو هلندو آهي، جنهن لاءِ سيڌو، سامان ۽ ا
سڪ، شيرڪ ۾ شرڌا رکندڙ گهڻائي شاهو

موڪليندا آهن يا پاڻ سان آڻيندا آهن. ۽ سيٺيءَ
وڏا چاهي تنيا هڪ هنڌ ويهي ساڳيوئي پوڄن ڏاڍي
پريم سان ڪائيندا آهن.

ساريءَ سنگت کي گيان گوشٽ ۽ شيوا ڪرڻ
جو وجھہ مليل آهي، جهڙيءَ طرح ديوان روپچند
ليٺون مل رٽائرڊ مختيارڪار ۽ ديوان روپچند رامچند
جيڪب آباد وارو وڪيل ۽ ٻيا اهڙا پنهنجي هٿن
سان ٻهاري پائيندا آهن. ۽ ديوان روپچند ليٺومل
جي استري، ماتا گنگا، جا سائين جيوت سنگھہ جي
ڌرم پتري هئي سا پاڻ روٽيون پچائيندي آهي ۽
سنگت کي کارائيندي آهي. سڀ گورن جي مهما
۾ گڏ جي وقت صرف ڪندا آهن ۽ رام نام جو جاپ
ڪندا آهن.

جيوت سنگھہ جڏهن ڏيو نهرائي تيار ڪرايو،
تڏهن ڪيس خيال ٿيو تہ دربار جي سنڀال جو ڪم
ڀلي سائينجن جي اولاد مان ڪو ڪري. هن يڪدم
سائينجن جي پٽن پوٽن ڏانهن ماڻهو موڪليو، پر
ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ نوڪرين ۾ مشغول هوا، تنهن
ڪري ڪنهن بہ اچڻ نہ قبوليو.

انهي ڪنهن آڄ قبول نہ ڪئي ۽ سڀ پڇي حق
بہ جيوت سنگھہ، جهڙي شرڌالو شش جو هو، سو
هو دربار جو سنڀاليندڙ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. اهو
معلوم ٿيل آهي تہ ڪيس جڏهن جڏهن ڪو سوال

پڇڻو هوندو هو يا سائين ولايت راءِ جن سان ڳالهه
جي مرضي ٿيندي هيس ته سائينجن جي سماڌ
وٽي ڳالهيون ڪندو هو؛ سوال پڇندو هو،
سڀ جواب برابر ملندا هوا.

---

## پاٺ سترهون

### پرلوڪ پڌارڻ کان پوءِ شرڌالو ششن سان

سائين ولايت راءِ جن جڏهن هيءُ سنسار ٿي ڇڏ
تڏهن ڪنهن چيو، "سائين، اسين توهان کان
ڪيئن ڪندا سون؟"

سائينجن وراڻيو: "مان ظاهري ته وڃان ٿو
چاڪاڻ ته وڃڻو ضرور آهي؛ پر مان سڀني پريمين
جي هردم اوڏو هوندس. سڀئي لشڪي سان پر
کي ياد ڪندا ته مدد لاءِ مان اڏامندو ايندس
توهان ڏي لڄاءِ ڪريو."

سائينجن جيڪي چيو ويو، سو هڪ کان گهڻا
دفعا ثابت ٿي چڪو آهي. سڀو ويساهه رکي
پ سندن ذڪر ڪري، ڪين اداس ڪيئي آهي
ان جون منو ڪامنائون سدائين پوريون ٿينديون
آيون آهن.

هڪ دفعي ديوان دوبچند ٿيئون مل ڀميا ٽلي
لاڙڪاڻي واري جي بدلي ٿي. مختيارڪار مان

بدلي، ڪيس ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ ڪري رکيو
ويائون. اها بدلي ڪيس پسند ڪا نه هئي. ديوان
روپچند، اچي ٽڪر ڍرهيا ڏني مل کي، جو سائين
جيت سنگهه کان پوءِ دربار جي شيوا ۾ هو، وٺي
ڪئي. ان وري سائينجن جو ڌيان ڪري ارداس
ڪئي.

ڌيان ۾ ٽڪر صاحب کي سائينجن ڏيکاري ڏني،
جنهن ۾ هن سائينجن کي ديوان روپچند جي پاران
وٺندي ڪئي. ارداس اگهاڻي ۽ بدلي بند ٿي.
ان کان پوءِ به گهڻا دفعا ڪمشنر جي آفيس ۾ سندس
بدليءَ جون رٿون آيون، پر ڪٿان نه ڪٿان اهو آواز
نڪتو ته ديوان روپچند پلي مختيارڪار ٿي رهي.
سڄيءَ سنڌ ۾ اهو ديوان روپچند هڪڙوئي اول
درجي جو جهونو ڏهن سالن جو مئجسٽريٽ هو،
جو ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ نه ٿيو. ايتري مٿس سائينجن
جي ديا آخر تائين رهي.

سائينجن جو پيو هڪڙو شش منشي رتن لعل
هولدو هو. انهيءَ کي اچي مٽي جي بيماري ٿي.
پيرن دوائون ڪري جڏهن ٿڪو، تڏهن لکي ڌارا
تيرت جي گرم چشمن ۾ سنان ڪرڻ ويو. اتي
ڪجهه ڏينهن رهيو، پر فائدو نه ٿيس.

هڪ رات ويهي ويهي گوڙن جو ڌيان ڪري
ليزاريءَ سان چيائين: ”اي سائين! مان اپراڌي

62

گنهگار- تون بخش. مان ڏاڍو دکي ٿيو آهيان
منهنجو ڪشٽ ڪاٽ. پنهنجي غلامن تي مهر ج
نظر تون نه ڪندين، ته ٻيو ڪير ڪندو؟"

الهيءَ رات ننڊ ۾ ڪيس سائينجن جو درسن ٿيو
ڏسي ته سائينجن پاڻ اچي اڳيان بيٺا آهن ۽
چون: "رتن بابا، تنهنجو دک اوڙت ٿيندو. جيا
مان ڪو به فائدو نه پوندءِ. سيوهڻ وڃ. الي پا
ديارام کان گوبند گيتا جو ١٨ ادياءَ وٺي وڃ
پاٺ ڪر."

صبح جو پهرينءَ گاڏيءَ ۾ رتن لعل سيوهڻ و
جڏهن پهتو ديارام کيس پنهنجي گهر ڏانهن اين
ڏٺو، اڏهن يڪدم گيتا جو ١٨ ادياءَ ڪڍي اچ
رتن لعل کي ڏنائين، ۽ چيائينس: "رتن لعل
مون کي خبر هئي ته اڄ تون مون ڏانهن هيءَ گ
جو ١٨ ادياءَ وٺڻ ايندين. رات مون کي سائينج
ننڊ ۾ درشن ڏنو ۽ ٻڌايو ته تون ڪشٽ ۾ آهين
چيائون ته تون اڪيءَ ۾ آهين، ۽ صبح جو مو
وٽ ايندين. اهو پڻ فرمايائون ته توکي گيتا
١٨ ادياءَ ڏيڻو آهي. سو وٺ هيءَ گيتا جو
ادياءَ."

رتن لعل جا ته تاڪ ئي لڳي ويا. "ڌن وال
ولايت، ڌن تنهنجي مهما" چئي، هن پنهنج
خواب جي سربستي ڳالهه ٻڌائي. ديارام کي ڪر

ٻڌائي. ٻئي ڏاڍو خوش ٿيا. آکيا اوسار، سچي
لهوي سان رتن لعل ٻاٽ ڪيو ۽ جلد ملو لهي ويس،
جنهن ڪان پوءِ ساريءَ ڄمار ۾ وري ڪيس انهيءَ لڱريءَ
بيماريءَ نه ڪپايو.

وري ٻي هڪ ڳالهه آهي ته ساولداس، سائينجن
جي پوٽي، نارائڻ راءِ جي پٽ تي ڪو فوجداري
مقدمو هليو. تهمت هئي ته ساولداس ڪئش
سرٽيفڪيٽن جا پئسا گهٽ ڏنا هوا، ۽ ڪن حالتن
۾ هڪڙن جا ٻين کي ڏنا هوا. فرياد ۾ اهو ٻ
ٻڪارٻل هو ته انهيءَ ڏوهه ۾ ڪيئلداس، سائين
هيرت سنگهه جي پاٽي جو ٻ هٿ هو.

جن شاهدن سرٽيفڪيٽن جي مٽائڻ وقت شاهديءَ
ڏنيون صحيون ڪئش سرٽيفڪيٽن تي وڌيون هيون،
تن لڏا انهن ٻي چيو ته ڏوهه ثابت آهي. لاڙڪاڻي
ضلعي ۾ اهڙا ڪيس ٻيا ٻ ٿيا هوا ۽ تنهن وقت جو
ڪليڪٽر مسٽر بولس اهڙن ڪيسن ۾ تمام گهڻي
دلچسپي رکندو هو، تنهن ڪري سيٺي کي سزائون
مليون هيون.

ساولداس ۽ ڪيئلداس لي جڏهن ڪيس هليو،
تڏهن سزا ڪان ٻچڻ جو امڪان ڪي نه ٿي ڏسڻ ۾
آيو. نارائڻ راءِ موڪل وٺي قمبر آيو. اهو ٻاڻ ۽ ٻئي
ڀرانداز هڪ رات دربار جي اندر ڦٻي ۾ جاڳيا ۽
سائين ولايت راءِ کي آٻدا ڪان ڇٽڻ لاءِ ونتي ۽
زاريون ڪيائون.

پرارٿنا کان پوءِ سندن اندر ۾ شانتي اچي وئي،
سمجهڻ لڳا ته مهر ٿيندي. قدرت مالڪ جي
جڏهن ڪورٽ ڪلڪتي مان ڪمش سرٽيفڪيٽ
گهرائڻ لاءِ لکيو، تڏهن اتان خبر آئي ته اهو
ڪمش سرٽيفڪيٽ اتي هوائي ڪو نه. ڪيس ڪري
پيو ۽ جوابدار ڇٽي ويا.

سائين ولايت راءِ جن جو پوٽو ڪيولرام ڳالهه
ڪندو هو ته مون به گهڻيئي ڀيرا ڪم هڻي ڏٺا
ڪيا، پر جڏهن جڏهن ڪا پيڙا اچي پوندي هئي
تڏهن تڏهن مان سائينجن کي سچيءَ دل سان ياد
ڪندو هوس ته هو منهنجي اڳيان، لٽ هٿ
کيل، ساکيات ڏسڻ ۾ ايندا هوا، ۽ چوندا هوا
"دلجاءِ ڪر. سڀ سٺائي ٿيندي." ۽ پوءِ سڀ
به ضرور ٿيندي هئي.

اهڙيون عجيب ڳالهيون گهڻيون ئي ٿيون.
ڳالهه آهي ويساهه جي، پورن اعتقاد جي، پورا
شرڌا هجي ته سڀ سٺائي آهي.

---

## پاٺ ارڙهون

### سائينجن جو سنيهو

سنڌ جا ماڻهو ناز ڪندا آيا آهن ۽ ڪندا آهن
شين تي. سنڌوءَ تي ۽ سنڌن تي.
سنڌو پنهنجي مٺي پاڻيءَ جي زور سان اناج

ڪمت پچائي سڀ کي روزي پهچائي. ۽ سنت
پنهنجي گيان جي گنگا وهائي، گهڻن پياسي دلين
جي پياس اُجهائي.

سنڌ ۾ ايامن کان اهڙا سنت پرگهٽ ٿيا آهن،
جن پنهنجي اعمالن ۽ ڪرامتن سان ثابت ڪري
ڏيکاريو آهي ته ايشور جي ڀڳتي ڪرڻ سان خود
ڀڳوان به هٿ وس ٿي ٿو سگهي. هنن اهو چڱيءَ
طرح ظاهر ڪري ڏيکاريو آهي ته ڀڳتن جو ڪيو
ڀڳوان به مٽائي نه ٿو سگهي، جيتوڻيڪ وقتن تي
ڀڳت سندس ڪيو مٽائي سگهن ٿا.

ڪنهن دفعي گهڻائي برهمڻ پاڻ ۾ ويٺا هوا ۽
والي انهيءَ وشيه تي بحث ڪيائون ته "دنيا ۾
وڏي ۾ وڏو ڪير آهي؟"

هڪ برهمڻ چيو: "پرٿوي. ڇاڪاڻ ته پرٿوي
ئي آهي جنهن ۾ ٽي لوڪ سمايل آهن."

ٻئي چيو: "نه، وڏو آهي شيش ناگ، جو
پرٿويءَ کي پنهنجيءَ ڦڻ تي جهلي بيٺو آهي."

ٽئين چيو: "پر شيش ناگ کان وڏو ته ٿيو
شو شنڪر، جنهن جي ڳچيءَ ۾ شيش ناگ لپٽيو
پيو آهي، ۽ جنهن جي ڪنٺ ۾ سڀي وڪ سمايل آهي."

چوٿين چيو: "شو شنڪر کان ته وڏو آهي
ڪيلاس پربت، جنهن تي شو اچي پنهنجي ڏوڻي
ڏڪائي."

پنجين ڇيو: ”پر ڪيلاس ڪان وڏو به راوڻ
جنهن ڪيلاس کي به قبضو ڪيو.“

ڇهين ڇيو: ”راوڻ ڪان به وڏو رام، جنهن
راوڻ کي نيچي اڏايو.“

ستين ڇيو: ”رام برابر سڀ ڪان وڏو. پر رام
ڪان وڏا وري ڀڳت، جن جو رام به ڇيو نه موهيو
برابر آهي به اٿين. خود ڀڳوان فرمايو آهي:

”ميري ڀالڌي سنت ڇڏاوي،
سنتن باندي موهه پڻ ڇوٽ نه پاوي.“

اهڙا سنت، ڀڳت ۽ پريوءَ جا پيارا سنڌ ۾ گهڻا
پيدا ٿيا آهن، جن جي مٽيءَ به مان لڌو آهي
پنهنجي سمدرشٽيءَ واري سڀاو سان، پنهنجي الاهي
آواز سان، پنهنجي ڀڳتيءَ جي ٻل سان، اهي ڪرامت
جا صاحب، گهڻن گمراهه انسانن کي سچي راهه
ڏيکاري ويا، سندن سنسا مٽائي ويا ۽ ڪين مڪتي
جي مارڳ جو نمونو ۽ وسيلو سڻائي ويا.

سائين ولايت راءِ هڪ زبردست هستي هئي
جنهن پنهنجي رهڻي، ڪهڻي ۽ سکيا سان اهو
سمجهو ڏنو: ”پنهنجو پاڻ مار، نياز ڪر، اوڙت ڏاهه
خوديءَ جو پردو هٽاءِ، ته تنهنجي ۽ تنهنجي ايشور
جي وچم ڪا به اٽڪ نه رهي. پوءِ ايشور تون
تون ايشور!“

—

